# سپا جو سينگار

سوڀراج هاسارام آڏواڻي




١٤١٢هه/١٩٩٢ع

سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو/حيدرآباد سنڌ
پاڪستان

# سپا جو سينگار

سوڀراج هاسارام آڏواڻي



١٤١٢ھ/١٩٩٢ع

سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو حيدرآباد سنڌ
پاڪستان

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال ١٩٥٨ع | تعداد ٢٠٠٠ |
| ڇاپو ٻيو | سال ١٩٧١ع | تعداد ٢٠٠٠ |
| ڇاپو ٽيو | سال ١٩٩٢ع | تعداد ٢٠٠٠ |




ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال
جنرل پوسٽ آفيس باڪس نمبر ١٢
حيدرآباد سنڌ

هيءَ ڪتاب مئنيجر پريس رستم علي سولنگيءَ سنڌي ادبي بورڊ جي آفسيٽ پريس تي ڇپيو ۽ پروفيسر محمد بچل "محبوب سروري" سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.

# نئين ايڊيشن لاءِ ٻه اکر

قابل احترام چيئرمن سنڌي ادبي بورڊ قبله مخدوم محمّد زمان "طالب المولیٰ" طرفان ڏنل اصولي فيصلي تحت بورڊ نون ڪتابن سان گڏوگڏ اڳ ڇپيل ڪتاب جيڪي هن وقت اڻ لڀ آهن، انهن جا ٻيهر وڌيڪ ايڊيشن شايع ڪجن جيئن عام پڙهندڙن کي سندن ذوق مطابق مواد مهيا ٿي سگهي.

انهيءَ فيصلي تحت سال ٩١-١٩٩٢ع لاءِ بورڊ طرفان اڳ ڇپيل ڪتابن مان جيڪي هن وقت اڻ لڀ آهن انهن مان ٥٥ ڪارائتن ڪتابن جي چونڊ ڪئي وئي جيڪي ترجيحي بنيادن تي شايع ڪيا ويندا ۽ ڪتاب "سيل جو سينگار" جو هي ٽيون ڇاپو پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون.

جيئن ته زيرنظر ڪتاب جي افاديت ۽ گهرج هن جي ٽئين ايڊيشن جي اشاعت مان لڳائي سگهجي ٿي. جيئن ته هن ڪتاب جا ترجما دنيا جي سيني سڌريل ٻولين ۾ شايع ٿي چڪا آهن جنهن جو هي سنڌي ترجمو سنڌ جي ليکڪ سرڳواسي سوڀراج هاسارام ڪيو. هي ڪتاب آسان، عام فهم، دلچسپ ۽ مختصر هئڻ سبب شاگردن خواه عام پڙهندڙن کي گهڻو پسند ايندو ۽ پڙهندڙ منجهانئس فيض حاصل ڪندا.

سنڌي ادبي بورڊ جي اها روايت رهي آهي ته اهڙن سٺن ۽ اڻ لڀ ڪتابن جا نوان ڇاپا شايع ڪري پڙهندڙن تائين پهچائي.

"سيا جو سينگار" جا به ڇاپا بورڊ هن کان اڳ شايع ڪيا هئا جيڪي ختم ٿي ويا. ان لاءِ بورڊ ڪتاب جي اهميت کي نظر ۾ رکندي هن ڪتاب جو هي ٽيون ڇاپو شايع ڪري رهيو آهي جنهن مان عام پڙهندڙ مستفيض ٿيندا.

ڄام شورو سنڌ
١٢ـ شوال ١٤١٢هه
١٦ـ اپريل ١٩٩٢ع

پروفيسر محبوب سروري
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# تتڪرو

# پنوتري

## باب چوٿون

# ناشر طرفان ٻه لفظ

ڪتابي ادب جي حفاظت ۽ بقا جو دارومدار ڪتابن جي عام موجودگيءَ تي آهي. ڪي ڪي مذهبي ڪتاب برزبان ياد به ڪرايا ويندا آهن ۽ انهن جي بروقت حفاظت جو اهو به هڪ طريقو آهي. هر ڪتاب مذهبي هجن يا خالص علمي ۽ ادبي، هڪ دفعو جيڪڏهن ڇپيا ۽ پوءِ ائين گم ٿي ويا، جو عام پڙهندڙن کي وقت سر انهن جو ملڻ ناممڪن ٿي پوي، ته چئبو ته اهي ڪتاب ۽ منجهن جيڪو ادبي سرمايو موجود هو، سو هميشه لاءِ ڄڻ فنا ٿي ويو.

زنده ٻوليون پنهنجي ادبي سرمايي کي ڪڏهن به ائين بيدرديءَ سان فنا ٿيڻ نه ڏينديون آهن. سندن ادبي شاهڪارن جا نوان نوان ڇاپا باقاعدگيءَ سان نهايت آب تاب سان هميشه نڪرندا ٿي رهندا آهن. افسوس آهي، جو اسان جي سنڌي عالمن ۽ اديبن، ادبي جماعتن ۽ علمي ادارن، ان طرف اڄ ڏينهن تائين ايترو ڌيان نه پئي ڏنو آهي، جيترو ڪين ڏيڻ گهربو هو: نتيجو هي نڪتو آهي، جو اڄ سوين اهڙن بيمثل سنڌي ڪتابن جا نالا وٺي سگهجن ٿا، جيڪي ڪنهن به قيمت تي پڙهندڙن کي هٿ نٿا اچي سگهن، ۽ ائين پيو ڀانئجي، ڄڻ اهي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪڏهن لکيا ئي ڪو نه ويا هئا. ظاهر آهي ته پنهنجي هن عظيم ادبي ورثي ڏانهن ايتري

سرد مهري، ۽ ان ڪانءِ ايتري غفلت ۽ لاپرواهي بہ ڪڏهن
معافيءَ لائق ٿي سگهي ٿي، ۽ نہ ڏري ان جي ڪڏهن ڪا
مناسب پورائي ٿي اسان ڪان ٿي سگهندي. پنهنجن وڏن جي
ميڙيل - چونڊيل اساهہ ماڻڪن کي ائين هٿن جي وچين مان
واريءَ وانگر جيڪڏهن هميشه وڃائيندا ٿي رهنداسين، تہ آخر
۾ سواءِ خالي هٿن جي باقي اسان وٽ ڇا وڃي بچندو، ما
ڳالهہ سيڪو سمجهي سگهي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ، انهن ڳالهين کي محسوس ڪندي، هڪ
بنيادي مقصد پنهنجي سامهون هيءُ بہ رکيو آهي تہ پنهنجي
ٻوليءَ جا پراڻا ڇپيل ڪتاب جنهن عزت ۽ احترام جي لائق
آهن، تنهن عزت ۽ احترام سان پيهر ڇپائي شايع ڪيا وڃن تہ
جيئن سنڌي ادب ۾ انهن ڪتابن جي هڪ دائمي حيثيت باقي
رهي سگهي. انهيءَ مقصد جي پورائيءَ ۾ بورڊ طرفان تيرهن
ڪتاب: گل شڪر، حيات النبي، سير ڪوهستان، بلوڪوڪر،
گل ڦل، جهان آرا، سون ورليون دليون، راسيلاس، سنڌي ٻوليءَ
جي تاريخ، هداية الانشا، گل، ايسپ جون آڪاڻيون ۽ زينت
اڳي ئي ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن ۽ هاڻي ساڳئي سلسلي جو
هي چوڏهون ڪتاب خدمت ۾ پيش ٿي رهيو آهي.

هن ڪتاب جو تعارف مفصل طرح "پيش لفظ" ۾ ڏنل
آهي، هتي ان کي دهرائڻ جي ضرورت ڪانهي، فقط ايترو
چوڻ ضروري سمجهجي ٿو تہ "ايسپ جي آڪاڻين" وانگر هي
اسان جي ملڪ جون تيار ٿيل عوامي آڪاڻيون اڳيئي خاص وعام
۾ مقبول آهن ۽ اسان جي ننڍن ٿهي اڳ بہ انهن کي پنهنجي

وڌڻ وڃان پڌائدي رهي ٿي: اسان کي يقين آهي تہ هائي الهن کي هيئن يڪجاءِ هڪ دلچسپ قصي جي صورت ۾ ڏسي، اسان جا ٻالڪ توڙي ٻڍڙا زياده خوش ٿيندا ۽ طبعيت جي تازگي حاصل ڪندا.

ٿيڻ تہ ائين گهرجو هو تہ هھڙا لافاني ڪتاب ترت شايع ٿيندا رهن ۽ العامي، لئبرري ۽ نصابي طور خوب پکڙن، مگر اسان جي پبلشرن ۽ تعليمي اختياريءَ وارن جي غفلت ۽ عدم توجهيءَ سبب، افسوس جو اسان جي عام پڙهندڙن کي ورهين جا ورهيہ الهن جي مطالعي کان محروم رهڻو پيو ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ هن افسوسناڪ ڪوتاهيءَ کي شروع کان ئي محسوس ڪري، پنهنجي پروگرام جو هڪ شعبو خاص اهڙن معياري، مگر ناياب ڪتابن جي ازسرنو طباعت ۽ اشاعت ۾ مصروف رکيو آهي. نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ الهيءَ پروگرام ماتحت چيپل ڪتابن مان ڪن جا تہ ٻيا ۽ ٽيان ايڊيشن بہ بورڊ کي سال-ٻن جي عرصي ۾ وري وري شايع ڪرڻا پيا آهن-جنهن مان عوام طرفان بورڊ جي هن ڪوشش جي قدردانيءَ جو ثبوت ملي ٿو. مناسب سمجهجي ٿو تہ هتي بورڊ جي انهيءَ پروگرام جي سلسلي ۾ هڪ خاص چيز جو ذڪر ڪجي: بورڊ اهي ناياب ڪتاب محض جيئن جو تيئن ڇپائي ڪونہ ٿو پڌرا ڪري، بلڪ انهن کي لائق اديبن هٿان لئبن سر سڌاري، ۽ طباعت ۽ ڪتابي اشاعت جي جديد تقاضائن موجب حتي الامڪان ناهي سينگاري، پوءِ شايع ٿو ڪري- ايتريقدر، جو ڪتابن جي هنن نون ڇاپن جي افاديت ۽

اهميت ٿي خاص پنهنجي ڏيو وجي ٿي. بورڊ جو هيءُ پروگرام
ڪافي وسيع آهي ۽ ان ماتحت سردست الڪل ٻه سؤ قديم
خواه جديد- مگر ناياب ٿيل- ڪتاب شايع ڪرڻا آهن. اميد
آهي ته سنڌي ادب جا بهي خواه، بورڊ جي هنن ڪوششن ڪي
همٿائيندا ۽ هن ايڪ مقصد جي تڪميل لاءِ بورڊ کي پنهنجي
گرانقدر مشورن سان هميشه نوازيندا رهندا.

حيدرآباد سنڌ ·
٣- نومبر، ١٩٥٨ع

سيڪريٽري،
سنڌي ادبي بورڊ.

# پيش لفظ

دنيا ۾ جيڪي بہ آکاڻين جا ڪتاب آهن، تن مان ٻہ سڀ کان وڌيڪ مشهور آهن: هڪڙو "انوار سهيلي"، ٻيو "ايسپ جون آکاڻيون"، (جنهن کي اردوءَ وارا "حڪايات لقمان" سڏيندا آهن). مگر انهن ٻنهي ۾ بہ "انوار سهيلي" وڌيڪ مشهور آهي ۽ دنيا جي ڪابہ ٻي زبان مشڪل ملندي، جنهن ۾ هن جو ترجمو ٿيل نہ هجي؛ ۽ اڪثر اهو ڪتاب ڪورس تي رکيل هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن ۾ عام فهم آکاڻين جي وسيلي ڪافي سماجي مسئلا حل ڪيل آهن.

هي آکاڻيون اسان جون پنهنجيون آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن جو بنيادي ڪتاب اٽڪل ٻہ سؤ ورهيہ عيسوي سن کان اڳ ڪشمير ۾ ٺاهيو ويو، سندس اصل ڪاپي تہ بلڪل هٿ ڪانہ ٿي اچي، پر هٿ آيل معلومات مان سمجهجي ٿو، تہ سندس نالو "ڪليلو دمنون" هو، ۽ سندس مصنف "وشنو شرما" هو.

هي آکاڻيون سموريون مصنف جون پنهنجيون ٺاهيل نہ آهن، بلڪ منجهانئن ڪي ان وقت جي عام مشهور آکاڻين تان ورتل آهن: ڪي مهاڀارت، رامائڻ، سيجن واڪيہ سمرتي، شنڪر سنگيت، چاڻڪيہ ستيڪا ۽ ٻين ڪتابن تان معمولي تبديلين سان؛ ۽ ڪي مصنف پنهنجي دماغ مان بہ ڪڍيون آهن.

سمجهجي ٿو، تہ ڪجهہ عرصي بعد الهيءَ ڪتاب تان وري هڪ ٻيو ڪتاب "پنچ تنتر" بہ تصنيف ڪيو ويو، اصل ڪاپي تہ الهي جي بہ هٿ ڪانہ ٿي اچي، پر جيڪي ڪاپيون هٿ اچن ٿيون، سي اصل سان گهٽي قدر ملن ٿيون. انهن کي ڏسي سنہ ١٨٥٩ع ۾ هڪ جرمن محقق "بينفي" هڪ تحقيقي ڪتاب شايع ڪيو. ١٩١٤ع ۾ ٻئي جرمن محقق ڊاڪٽر هرٽل "ڊاس پنچ تنتر" ڪتاب لکيو ۽ امريڪي پروفيسر "ايڊگرٽن" بہ اهڙو تحقيقي ڪتاب لکيو.

پنچ تنتر جا ٽي باب "برهت ڪٿا منجري" ۽ "ڪٿا سرت ساگر" ۾ بہ آيل آهن ۽ ڏائين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري بنگال جي طرف هڪ راجا ڌول چندر جي درباريءَ نارائن پٽ هڪ ڪتاب "هتوآپديش" نالي تيار ڪيو، جنهن ۾ "پنچ تنتر" سان گهٽي قدر ۽ ڪجهہ وري "ليتي سار" ۽ ٻين ڪتابن تان مدد ورتل آهي. هيءُ ڪتاب مختصر ۽ عام فهم هجڻ سبب گهڻو مقبول ٿيو.

ڇهين صدي عيسويءَ ۾ مشهور عادل بادشاهہ نوشيروان جي ڪن تي هن بيبها ڪتاب جي ڀڻڪ پيئي، ۽ ان جي هٿ ڪرڻ جو نهايت شوق ٿيس، پر انهيءَ زماني ۾ نڪي اڄوڪي زماني وانگر ڪتاب عام هئا، نڪي انهن جا مالڪ ڪين پاڻ کان سواءِ ٻين کي پڙهائڻ چاهيندا هئا؛ ان ڪري نوشيروان هڪ ايراني فيلسوف کي انهي مهم لاءِ مقرر ڪيو.

هن حڪيم جو نالو "برزويہ" يا "بڙرويہ" هو؛ پر جيئن تہ پارسي زبان کان سواءِ ٻين زبانن ۾ اها ٽن لفظن واري

ي (ڙ) ٿئي ٿي ڪانه، ان ڪري سنڌيءَ وارا ان کي "ڙ" جو اچار ڏيندا آهن ۽ عربي وارا "ز" جو: ۽ وري عربيءَ ۾ "پ" ه ڪانه ٿئي، ان جو اچار ڪڏهين "ف" ڪن ڪڏهين "ب": تنهنڪري هن حڪيم جو عربيءَ ۾ نالو "برزويہ" مشهور ٿي ويو.

ان وقت جا سفر ڏاڍا اڙانگا هوندا هئا، حڪيم برزويہ گهڻن ڏاکڙن بعد هندستان پهچي، ان جي ڳولا ڪرڻ شروع ڪئي: نيٺ هڪ راجا جي خزاني ۾ ان جو پتو پيس ۽ ڪجهيءَ طرح خزانچيءَ سان دوستي رکي، سندس ترجمو ڪري ورتائين.

نوشيروان سندس هن ڪارنامي تان اهڙو خوش ٿيو، جو عام دربار ۾ سندس استقبال ڪري، تاج ڏيکاري، پاڻ سان گڏ تخت تي ويهاريائينس: ۽ سندس وزير بزرجمهر کي ہ ترجمي جي تڪميل لاءِ حڪم ڏنائين. اهڙيءَ طرح هيءَ اصلهہ مالڪ ايراني خزاني ۾ ہہ داخل ٿيو ۽ اڳتي هلي پڻ لُٽ جي مال سان گڏ مسلمانن کي هٿ آيو.

سنہ ٥٧٠ع ۾ هڪ ايراني پادري "بود" ڪنهن طرح هي ڪتاب هٿ ڪري، پراڻي "سرياني" (يهودي) زبان ۾ ترجمو ڪيو، ان ۾ پنج تنتر وارا پنج ئي باب آهن، ۽ ٻيا ہ پنج باب آهن، پر حڪيم برزويہ جو منجهس ذڪر ئي ڪونہ آهي.

جڏهين عباسي خليفن جي وقت ۾ مغرب خواهہ مشرق جا سڀئي ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ٿيڻ لڳا، تڏهين سنہ ٧٥٠ع ۾ خليفي منصور جي حڪم سان دربار جي مير منشي "عبدالله بن

مقفع" هن ڪتاب جو ٻه عربي ترجمو ڪيو. منجهس چوڏهن باب آڪاڻين جا ۽ چار باب ٻيا به وڌائين (١) مقدمه ڪتاب - ترجمه علي ابن شاد فارسي (٢) برزويه جي ڪتاب آڻڻ جو واقعو (٣) ڪتاب جو متن، ترجمو مقفع (٤) حڪيم برزويه جو باب ترجمو، بزر جمهر. سنسڪرت نالو "الڪليله والدمنه" رکيائين، جي ٻنهي هڪ وڏيءَ آڪاڻيءَ جي ڪردارن جا نالا آهن، جيڪي ان آڪاڻيءَ جا ڪردار آهن؛ ۽ هتوپديش ۾ "ڪرتڪ" ۽ "دوتڪ" جي نالن سان آيل آهن.

اصل پهلوي ترجمو ۽ سنسڪرت ڪتابن وانگر صفا اڻ لڀ ٿي چڪو آهي؛ ڇاڪاڻ ته پهلوي ٻولي خود به لئينءَ فارسيءَ سبب مرده زبانن ۾ داخل ٿي چڪي آهي، باقي عربن پنهنجي زبان کي دنيا جي عظيم زنده زبانن سان بنائي ڇڏيو؛ ان ڪري اهو عربي ترجمو هر وقت ملي ٿو. ۽ دنيا هن ڪتاب لاءِ عربيءَ جي لئي ممنون آهي، جنهن تان ٻئي گهڻين ٻولين ۾ اهو فيض پکڙيل آهي.

ڏهين صديءَ عيسويءَ ۾ ايراني بادشاهه ابوالحسن نصر بن احمد هن کي وري به جديد فارسيءَ ۾ ترجمو ڪرايو، ان تان مشهور شاعر "رودڪيءَ" هن کي نظم ۾ به آندو، پر هيئنر اهي ٻئي ترجما به اڻ لڀ آهن.

ڏهين صدي عيسويءَ ۾ علامه بيروني پنهنجي "ڪتاب الهند" ۾ لکيو ته مون کي ارادو آهي ته آءٌ هن ڪتاب جو وري ترجمو ڪريان؛ ڇاڪاڻ جو مقفع هن ۾ ماڻهن جي عقيدي

ضعيف ڪرڻ لاءِ ڄاڻي ٻجهي ڪي ڳالهيون وڌايون آهن، پر هو اهو ارادو پورو ڪري نہ سگهيو.

فردوسيءَ جي شاهنامي ۾ بہ هن ڪتاب جي گهڻي تعريف ٿيل هئي، شايد انهي ڪري سلطان محمد غزنويءَ جي پوٽي بهرام شاه جي حڪم سان ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ ”نصرالله بن محمد“ بہ هن جو ترجمو ڪيو؛ جو عام ٿ ملي، پر ڪن ڪتبخانن ۾ ملي ٿو. هن ۾ اول تمهيد آهي، ۽ ڪجهہ آکاڻيون آهن، پوءِ حڪيم برزويہ جو باب آهي ۽ ان بعد چوڏهن باب ڏنل آهن. پر هو پاڻ بہ لکي ٿو، تہ اصل ڪتاب ۾ ڏهہ باب هئا. چار پوءِ ايرانين شامل ڪيا آهن.

پندرهين صدي عيسوي جي پڇاڙيءَ ۾ خراسان جي بادشاه مرزا سلطان حسين بيگرڙي جي هڪ سردار احمد سهيل جي فرمائش سان ملا حسين واعظ ڪاشفيءَ، مقفع ۽ نصرالله جي ڪتابن مان اخذ ڪري، هڪ نئون ترجمو ڪيو، جنهن جو نالو سردار سهيل جي خوش ڪرڻ لاءِ ”انوار سهيلي“ يعني ”سهيل جا نور“ رکيو. هن ۾ وري ڪجهہ شروعاتي حصو پاڻ بہ وڌايائين، هن ڪتاب ۾ دانشمند برهمڻ جو نالو ”بيد پاءِ“ ڄاڻايل آهي، جو سمجهجي ٿو تہ اصل ۾ ”وديا پتي“ هوندو. هي ڪتاب ٺي آهي، جو هن وقت دنيا ۾ تمام گهڻو پکڙيل آهي.

هن ڪتاب تان ترڪيءَ ۾ ”همايون نامو“ شايع ٿيو. ١٨١٦ع ۾ ”بيرن سلواسٽر ڊي ساسي“ مقفع وارو ڪتاب هڪ عالمانہ فرينچ مقدمہ سان شايع ڪيو، هن کي ”پادري بود“ جي ڪيل آکاڻي سرياني ترجمي جو علم ڪونہ هو، ان ڪري

هن "برزويہ" ۽ "بود" کي هڪ ئي شخص سمجهيو، ١٨٥٤ع ۾ "ايسٽ وڪ" انگريزي ترجمو شايع ڪيو، ١٨٧٨ع ۾ واليسٽن پيو انگريزي ترجمو شايع ڪيو ۽ اسپيني ترجمو به شايع ٿيو.

١٨٣٦ع ۾ "ناسخ" جي شاگرد فقير محمد "گويا" سندس اردو ترجمو "بستان حڪمت" نالي سان شايع ڪيو ۽ وري ١٨٨٠ع ۾ مومن جي شاگرد عمر علي خان وحشي، شهزاده محمدگڑهي، لئون ترجمو ڪري، ان جو نالو "ستارهٔ هند" عرف تاريخي نالو "ضياءِ حڪمت" رکيو. هي ٻئي ترجما عام ملن ٿا، پر "بستان حڪمت" هندستان ۾ ڇپيل آهي، جنهنڪري پاڪستان ۾ گهٽ ملي ٿو؛ باقي "ستاره هند" لاهور جي ٻن-ٽن فرمن ڇپايو آهي ۽ "انوار سهيلي" جي نالي سان به عام ملي ٿو.

تازو لاهور مان لئون سليس اردو ترجمو "حڪايات بيدپاءِ" شايع ٿيل آهي، جو مرزا محمد رشيد ايم-اي جو لکيل آهي؛ مگر جيئن ته اهو خاص شاگردن لاءِ لکيل آهي، ان ڪري ٻولي نهايت سليس اٿس ۽ ڪجهه آکاڻيون ٻارن لاءِ ناموزون هجڻ سبب ڪڍي ڇڏيون اٿس.

"انوار سهيلي" ۾ عربي لفظ گهڻا هئا، ان ڪري اڪبر بادشاهه جي حڪم سان ڪجهه ڪاٽ ڪوٽ ڪري، ابوالفضل ڪتاب "عياردانش" تيار ڪيو؛ جنهن جو اردو ترجمو ١٨٠٣ع ۾ فورٽ وليم ڪاليج ۾، حفيظ الدين احمد هٿان "خرد افروز"

جي نالي ۾ شايع ٿيو. جنهن تي وري ١٥١٨ع ۾ "ڪاظم علي جوان" نظرثاني ڪئي.

سنه ١٩١٤ع ڌاري سنڌ جي مشهور جفاڪش اديب ۽ عالم، مرحوم محمد بخش واصف، انوار سهيلي جي اڌ حصو ترجمو "گلزار چنبيلي" جي نالي سان تيار ڪيو ۽ پاڻ ئي ڇپايو. پر سندس ترجمو ڏاڍو مشڪل ۽ پارسي نما، سو جيڪي ٿي پڙهي سگهيا، تن اردوءَ ۾ به پڙهيو هو، پر جيڪي اردو نه ڄاڻندا هئا، تن لاءِ هي پڙهڻ به ڏاڍو مشڪل هو: ان ڪري تمام ٿورو هلڻ لڳو. ۽ نتيجو اهو اُڪتو، جو ان ڏهن سالن بعد سندس ڀڄيل ڪاپيون مسٽر ٺاڪرداس ٿڌانيءَ کي مسٽيون ڏنيون، مرحوم واصف صاحب پنهنجو هٿ اَچو ڪيو.

مسٽر ٺاڪرداس الهن سان ڪجهه زوريءَ "چندراولي" ناول جي ٻئي حصي سان گڏي هلايون، ۽ ليٽ ڪڪ ٿي سندس ڀريون پنو ڦاڙي، "سليس سنڌيءَ ۾ لکيل" جو ليبل ڇپائي لڳائي هلايو، تڏهين سِس سِس ڪن ورهين ۾ جنهن ڇتيس ۽ پوءِ وري اهو ڪتاب به اڻلڀ ٿي ويو. تان جو جڏهين سنڌ يونيورسٽي قائم ٿيڻ تي سنڌي زبان کي فروغ حاصل ٿيو، تڏهين هيءُ ڪتاب بي ڪورس تي رکيو ويو. مترجم جي اجازت سان ڪيس محمد يوسف برادرس تاجران ڪتب حيدرآباد سنڌ ڇپايو ۽ هينئر ان جو ٻيو يعني نيون ڇاپو ڇپيو آهي.

الهيءَ مقبوليت کي ڏسي باقي رهيل حصو ماسٽر احمد خان آصف تڪبنديءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ ان جو اِلو وري به

واصف صاحب جي ڪتاب جو استعمال ڪيائين يعني "گلزار چنبيلي حصو پيو"، مگر ان جي ٽڪبندي سلوڻي ناهي، ان ڪري سندس عبارت موڙهو بي‌مزي ٿي ويئي آهي.

تازو بمبئيءَ ۾ هندستان ساهتيه مالا وارن پاران ڪتاب "پنچ تنتر" جو مڪمل سنڌي ترجمو شايع ٿيو آهي؛ مگر افسوس، جو ٻولي اهڙي ته ڏکي ۽ سنسڪرت آميز آهي؛ جو اهو عام سنڌي مسلمان لاءِ مطالع ڪرڻ ته مشڪل آهي؛ پر ٿوري علم وارو هندو به ان کي ڏکيو پڙهي سگهندو.

مرحوم واصف صاحب جو ترجمو مشڪل، آصف صاحب جو اڻلکيءَ ٽڪبنديءَ ۾ ۽ هندستان وارن جو تهان ٿي مشڪل؛ اهي سڀ ڳالهيون ڏسڻ بعد محسوس ٿئي ٿو ته انوار سهيلي ۽ پنچ تنتر جي مڪمل ترجمي جي ضرورت سنڌي زبان ۾ ساڳيءَ طرح قائم آهي ۽ اميد ڪجي ٿي ته اها ضرورت به ڇيٺ سنڌي ادبي بورڊ ئي پوري ڪندو.

ٻئي طرف وري "هتوآپديش" جو فارسي ترجمو مفتي تاج‌الدين "مفرح القلوب" جي نالي سان ڪيو، ان تان اردو ترجمو به ١٨٠٢ع ۾ فورٽ وليم ڪاليج طرفان "اخلاق هندي" جي نالي سان "مير علي بهادر حسينيءَ" کان لکائي شايع ڪرايو ويو.

"هتوآپديش" جي ڪنهن هندي ترجمي تان منشي هاسارام سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو، پر سال ١٨٨٢ع ۾ نامڪمل ڇڏي وفات ڪري ويو؛ جو وري ١٨٩٤ع ۾ سندس فرزند سوڀراج ان کي نه فقط مڪمل ڪيو، بلڪ پنچ تنتر مان بنيادي چوڏهن هدايتون به ترجمو ڪري ان ۾

شامل ڪيائين؛ جنهنڪري سنه‌س افاديت وڌي ويئي. هن صاحب انهيءَ جو ٿالو "سپا جو سينگار" يعني "ڪچهريءَ جي سوڀهن" رکي، سنڌ سرڪار جي حوالي ڪيو؛ جنهن ڪيس پسند ڪري سهڻي اهتمام سان شايع ڪرايو. سليس، عام فهم، دلچسپ ۽ مختصر هجڻ سبب هي ڪتاب شاگردن خواه عوام کي گهڻو پسند آيو ۽ گهڻني پڙهندڙن منجهانئس فيض حاصل ڪيو.

هن پوءِ جڏهين سرڪاري بوڪ ڊيپو، فرض ناشناس تعليمي آفيسرن هٿان، وڃي خانگي ڪتب فروشن جي ور چڙهيو، تڏهين پين ڪيترن ئي بهترين ڪتابن سان گڏ هيءُ عوام پسند ڪتاب به اڻ لڀ ٿي ويو.

سنڌي ادبي بورڊ جي بنيادي مقصدن مان هڪ اهو به هو، ته سٺا اڻ لڀ ڪتاب وري شايع ڪجن، ان ڪري هن انهي جون بيهڪ جون نشانيون ۽ پڙائون درست ڪري ۽ پيا مناسب سڌارا ڪري، ڪيس شايع ڪيو، ته شاگرد ۽ عوام منجهانئس فائدو حاصل ڪن.

حيدرآباد سنڌ

٢٣-آڪٽوبر ١٩٥٦ع

پبلڪيشن اسسٽنٽ
سنڌي ادبي بورڊ

# ديباچو

هن ڪتاب ۾ جيڪي آکاڻيون آهن، سي اصلي سنسڪرت ۾ آهن، جنهن مان پوءِ ٻين سڀني ٻولين ۾ ترجمو ٿيون آهن. اهڙيون ڪي ورلي آکاڻيون هونديون، جي مشهوريءَ ۾ هنن مان سٽ ٻوڙهيون؛ ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ اهڙي سٺي ٻولي آهيئي ڪانه، جنهن ۾ هنن جو ترجمو نه آهي.

هنن آکاڻين جو بنياد سرسري هيٺ ڏيکاريل ۱۴ فهمائشن تي ٻڌل آهي، جي بادشاهن کي خزالي ڪان ٻه وڏيڪ ڪمائنيون آهن. هرهڪ فهمائش جي ثبوتيءَ ۾ ڪيترائي قصا ۽ نقل آهن، پر آهي سڀ هن ڪتاب ۾ اچي نه سگهيا آهن؛ ڇاڪاڻ ته جنهن ڪتاب تان هي ترجمو ڪيو ويو آهي، تنهن ۾ خود سڀئي ڏنل نه آهن.

منهنجو هن لکڻ مان خاص مطلب نه رڳو فهمائشن ڏيکارڻ جو آهي، پر هيءَ به ڏيکارڻو اٿم، ته آکاڻيون مڙيئي آکاڻيون آهن، پر هنن آکاڻين جي سرسائي هن ڳالهه ۾ آهي، ته تواريخن وانگر هلندڙ آهن، ۽ وچ ۾ طرحين طرحين ٻنڪتي خواهه راج ليتيءَ جا اتفاق ۽ ڳالهيون اچن ٿيون؛ جي آکاڻين کي مزو ٿيون وٺائين، ۽ بعضي بعضي ته لهايت چڱو تات پرج ڏيکارين ٿيون.

# فهمائشون

(١) بادشاهہ کي ٻين ماڻهن جي چوڻ تي لڳي، پنهنجن گهرو اوڪرن چاڪرن کي ڪڏهن بہ ڪيڏي ڦِٽو ڪرڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ جيڪو بادشاهن وٽ حاضر رهندو آهي، تنهن کي انسهندڙن ۽ حاسدن جي ڪمي ڪانهي. جڏهن هو ڏسندا آهن، تہ بادشاهہ جو مٿس پيار آهي؛ تڏهن جي ٿي سگهندو ائن، تہ هزارين هديون ڏاهي بہ هن کي ڏٺيءَ وٽ بڇڙي ڪرڻ کان ڪين رهندا آهن.

(٢) بادشاهن کي گهرجي، تہ خوشامندڙين ۽ گلاخورن کي ڀاڻ وٽ ويهڻ بہ نہ ڏين؛ ڇاڪاڻ تہ هي ماڻهو سدائين ڦيتاڙي وجهڻ جا وجهہ ڳوليندا آهن. اهڙا ماڻهو اِسالي ميا لاءِ آزار ٿـي پون، تنهن کان بهتر آهي تـہ هنن کي هن ڀرتويءَ تان تڙي ڪڍجي.

(٣) ڀادشاهہ کي گهرجي تـہ جيترو ٿـي سگهي، اوترو پنهنجن وزيرن ۽ اميرن کي هڪ ٻين مان سلوڪ ۾ رکي؛ انهيءَ مطلب لاءِ، تہ هو ڀاڻ ۾ هڪ مٽ ٿي، راڄ جي ڀلي ۽ خير لاءِ پورهيو ڪن.

(٤) پنهنجن دشمنن جي تابعداريءَ تي بادشاهہ کي گهرجي، تہ ڪڏهين بہ ڀروسو نہ رکي. هو جيترو گهڻو ڀاءُ ڏيکاريندا ۽ خذمتگاريءَ جـون ڏگهيون ڀاسون ڀاسيندا، اوترو ٿـي ڪيڏ بازين ۽ حرفتن جو منجهانِ ڏپ رکڻ گهرجي. ويريءَ جي ڀريت تي ڪو ڀروسو ڪونهي. هو جڏهن ڀريتم والگيان

منهن کٿي اچي، تڏهن ٿاري چڏجيس؛ ڇاڪاڻ ته موهٺي سينگار کنديِ آهي ئي رڳو ناس ڪرڻ جي ارادي سان.

(٥) جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪابه وستو، جنهن لاءِ هن دل جان سان ڪوشش ڪئي هجي، پراپت ٿئي، ته هن کي گهرجي، ته ان کي سنڀالي؛ ڇاڪاڻ ته ڏهاڙي پنهنجن ارادن موجب فائدن جا وجهه نٿا ملن. جيڪي اسان کي هيڪر مليو آهي، تنهن کي جيڪڏهن اسين نه سنڀاليندا سون، اسان وٽ اُن جي وڃائڻ جي ڏک کان سواءِ ٻيو ڪي به ڪين وڃي رهندو. جو تير هيڪر اڇلايو سون، سو موٽي هٿ ڪري ڪين سگهنداسون، توڙي ڪري پاڻ ماري پٽون ڪريون.

(٦) ڪم ڪار ۾ ڪڏهن به تڪڙو ٿيڻ نه گهرجي، پر آتلندو جيڪي ڪرڻو هجيئون، تنهن کي تعميل ۾ آڻڻ کان اڳ لازم اٿون، ته ان کي توريون ۽ تپاسيون. جيڪي ڪم تڪڙ ۽ اوچتيءَ اٻهراليءَ سان ڪجن ٿا، تن جو نتيجو گهڻو ڪري نقصان وارو ٿئي ٿو.

(٧) ماڻهوءَ کي گهرجي، ته چڱيءَ صلاح ۽ سياڻپ کي ڪڏهن به حقير نه ڄاڻي. جيڪڏهن پاڻ کي دشمن جي هٿ کان ڇڏائڻ لاءِ انهن سان صلح ڪرڻ جو ڪپ ٿئيس، ته آهو ٻنان دير انهن سان ڪري.

(٨) ڪوڙن جي سنگت کان پاسو ڪرڻ کپي، ۽ هنن جون مٺيون ڳالهيون ڪڏهين به نه ٻڌڻ گهرجن، ڇاڪاڻ ته جڏهن هنن جي سيني ۾ وير جي وٺ ڏاران ٻيو ڪي به ڪينهي، تڏهن پريت جو قول منجهان ڪڏهين به ڪين چمندو.

(٩) دياوان ٽجي. ڪڏهين ٻہ اوڪرن يا رعيت کي، جن نيلائيءَ ڪان ڪو ڏوهہ ڪيو هجي، بادشاهہ ڪان سزا نہ ڏيارجي؛ ڇاڪاڻ تہ دياوان پرش پرٿويءَ تي اهڙو آهي، جهڙو بهشت ۾ فرشتو. اسان کي انسانن جي نيلائي ڳڻڻ گهرجي؛ ۽ وڏيءَ دل ۽ نيڪ نيتيءَ سان هنن جا عيب ڍڪڻ گهرجن. رعيت سدائين ڏوهہ ڪيا آهن ۽ بادشاهن سدائين بخشيا آهن؛ نہ ٻيا، پر اهڙا ڏوهہ، جي انساني سڀاءَ جي عام ڀُلن ڪان رعيت ڪيا آهن.

(١٠) ڪڏهين ٻہ ڪنهن جو هاڃو يا ايذاءُ نہ چاهجي. هتؤن جيڪي ٻجي سگهي، اوترو پنهنجي پاڙوسيءَ جو ڀلو ڪجي. جيڪڏهن ڀلو ڪبو، تہ ڀلو ٿيندو؛ ۽ جي برو ڪبو، تہ برو اڏو ايندو.

(١١) بادشاهہ کي اهڙيءَ شئي لاءِ مٿا هڻڻ ئي نہ گهرجن، جا سندس قدر ڪان گهٽ هجي؛ يا اهڙيءَ ڳالهہ لاءِ، جا سندس سڀاءَ ۽ ٻڌ جي ابتڙ هجي. ڪيترائي ماڻهو آهن، جي پنهنجا ڪم ڇڏيو، پراون ڪمن ۾ ٽپيو پون؛ جن مان ليٽ ڪي ٻہ ڪين ڪسي. ڪانءَ ٻہ تتر وانگر آڏامڻ لاءِ مٿا پٽيا، پر آهو آڏامڻ اهڙو هو، جو آهو تہ هٿ ڪين آيس، آئلندو پنهنجو ٻہ وساري ڇڏيائين.

(١٢) ڊيرج وان ۽ ميلاپيءَ سڀاءَ وارو ٿيڻ کپي. سڀا منجهہ ڊيرج اهڙو آهي، جهڙو ڪاڌي ۾ لوڻ. جهڙيءَ ريت لوڻ کائڻ اصل کي سواد ۽ رس ڏئي ٿو، تهڙيءَ ريت ڊيرج ماڻهوءَ کي سنتوک ڏئي ٿو. رڪ جي ترار ٻہ اهڙي تکي نٿي

ٿئي، جھڙي ڏيرج جي ترار ٿئي ٿي. آها اهڙي آهي، جو اجيت سئنائن کي به مات ڪيو ڇڏي.

(١٣) بادشاهن کي گھرجي، ته پنهنجا وزير لمڪ حلال ڳولي رکن. ۽ ڪڏهين به پنهنجن سيائن ۾ لچن ۽ ٺوڳين کي اچڻ نه ڏين. وزير جيڪڏهن سياڻا ۽ سچار هوندا، ته راڄ سلامت رهندو، ۽ بادشاهه جا راز ڪڏهين پڌرا نه ٿيندا.

(١٤) دنيا جي اتفاقن کان بي آرام نه ٿجي. هڪڙيءَ ڳالهه ۽ سچيءَ همت وارو ماڻهو سانتيڪيءَ دليريءَ سان سڀ ڏک سهي ٿو، ۽ ايشور جي ديا جو ڀروسو رکي ٿو: باقي مورک کي رولشي ۽ خوشيءَ کان سواءِ ٻيو ڪي به ڪين ٿو آڇهي.

مٿين فهمائشن لاءِ جڳائيندڙ جاءِ ڪتاب جي اندر آرليپ ۾ ٿيڻ ڪپندي هئي؛ پر هاڻي جڏهن سڄو ڪتاب ڇاپجي تيار ٿيو آهي، تڏهن هن هنڌ لکڻ ڏاران ٻي ڪا وات ٿي لڳي سگهي.

لڏان آءٌ پنهنجي پريتم مسٽر جهامراءِ منگھومل گلراجاڻيءَ جو گھڻو شڪرگذار آهيان، جنهن مهرباني ڪري نقل ٿيڻ مهل هن ڪتاب ۾ ضروري درستين ڪرڻ جي تصديع سموري پاڻ تي ڪئي هئي.

ڪراچي
تاريخ ١٨- جولاءِ ١٨٩٤ع

س. هه. آڏواڻي.

# آرنڀ

هندستان ۾، گنگا نديءَ جي ڪنڌيءَ تي مائڪپور شهر ۾ چندرسين راجا راڄ ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن راجا ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو، ته ٻئي سندس سامهون بي ادبيءَ سان اچي ويٺا. هڪڙو شخص هنن کي ڏسي چوڻ لڳو "سچ آهي، جنهن کي علم نه آهي، سو انڌي جي آچار آهي. جيتوڻيڪ هو اکين سان ڏسي سگهي ٿو، ته به اندر جو سوجهرو نه اٿس. علم اها شئي آهي، جنهن جي سوجهري سان وڏا وڏا مشڪل ڪم سهنجا ٿيو پون؛ ۽ هن دنيا ۾ شاهوڪار به اهو آهي، جنهن کي علم جو ڌن آهي؛ ڇاڪاڻ ته اهو ڌن اهڙي قسم جو نه آهي، جو ان کي چور چورائي سگهي، يا ان تي ڪو دعويٰ ڪري سگهي؛ ۽ لڪي اهڙو آهي، جو ڪنهن کي ڪل پوي ته ڪٿي لڪل آهي. اٽلندو جيترو خرچ ڪجيس، اوترو وڌي، ۽ ڪنهن به طرح گهٽ ٿي نه سگهي. علم اهليءَ مائٽ آهي، مائٽن جو سينگار آهي؛ ۽ مسافرن جو رفيق آهي. پڙهيل شخص بادشاهن جي درٻارن ۽ بزرگن جي ڪچهرين ۾ گهڻو آدرڀاءُ لهي سگهن ٿا. دنيا ۾ علم ۽ بهادري ٻئي تمام ضروراتون ڳالهيون آهن؛ پر ٻنهي سان به علم وڌيڪ ضروراتو ليکجي ٿو، ڇو ته ڇوڪر توڙي وڏو، جي سگهي، ته ٻنهي کي پيو سولهي؛ ۽ سڀ ماڻهو الهيءَ جي ساراهه ۾ واڪاڻ پيا ڪن؛ ۽ جي پيرمرد ترار ڪڍي جنگ تي سنيري؛

تہ سڀ ماڻهو ستائنس ڪلن ۽ چون تي اجهو پاھتريو آئيو آهي. تنهنڪري علم پرائڻ ۾ دير ڪرڻ هرگز نہ گهرجي؛ ۽ اهڙو خيال بہ دل تي نہ آڻجي، تہ ٿوري جيئڻ واسطي محنت ايتري چاڪاڻ ڪجي؛ ۽ نڪي هيءُ خيال ڪرڻ گهرجي، تہ هاڻي اسين جوان آهيون، علم حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻيئي ڏينهن اڳتي پيا آهن، بالفعل تہ هن دنيا جا مزا ماڻي وٺون؛ مگر ياد رکڻ گهرجي تہ ڪچيءَ ۾ پرايل علم وڏيڪ اثر وارو ٿئي ٿو. تنهن ۾ توهان تي فرض آهي، تہ پنهنجن ٻارن کي ننڍي پڻ ۾ ئي علم سيکاريو، تہ انهن جي دل تي آو ائين جمي وڃي، جيئن پهڻ تي ليڪو."

جڏهن راجا هيءَ ڳالهہ ٻڌي، تڏهين ڪنڌ هيٺ ڪري چوڻ لڳو "افسوس صد افسوس! منهنجي پٽن ۾ هڪڙي جواني، بي ماپا، ٻي مغروري، ۽ چوٿين بي علميت اهي سڀ اچي گڏيون آهن!"

تنهن تي، ان مجلس ۾ ٻئي شخص چيو، "اي راجا! ڏٺي اوهان جي پٽن ۾ سگهہ وجهندو، ۽ اميد آهي تہ هو علم ۽ هنر وارا ٿي پوندا. افسوس ڪائڻ اجايو آهي، ڇاڪاڻ تہ جيئن ڏٺيءَ جي خواهش هوندي، تيئن ئي ٿيندو."

تڏهين راجا چيو "جيڪي چوين ٿو، سو سڀ سچ آهي؛ پر ڏٺيءَ انسان کي عضوا ۽ سمجهہ ڏني آهي، تڏهين گهرجيس، تہ انهن جي اپاءُ سان علم حاصل ڪري وٺي. انسان جي ڪمن کي پورو ڪرڻ وارو خدا آهي، پر تڏهن بہ چيو اٿن، تہ همت مردان مدد خدا: ڪوشش ڪندو تہ وڃي پار پوندو؛

جيئن تہ ڪو مٽيءَ جو ٿانوَ بہ ٻاهرادو نہ هي نئون هوي؛ آهو بہ
تڏهن ٿو جڙي، جڏهن ڪنڀار مٽيءَ کي ڳوهي، چڪَ تي
رکي، پنهنجي هٿن سان ان کي جوڙي ٿو ٺهاري.

اُئين چئي وري راجا چوڻ لڳو "پريتمو! اوهان ۾ ڪو
اهڙو ڏاهو عقلمند آهي، جو منهنجي پٽن کي علم سيکاري ۽
سنئينءَ واٽ تي آڻي؟ مثل مشهور آهي، تہ جهڙيءَ طرح ڏاريا
وڻ بہ سرڪنڊ جي اوسي پاسي اڀرڻ ڪري سرها ۽ سڳنڌا
ٿين ٿا، تهڙيءَ طرح نادان ماڻهو بہ ڏاهن جي صحبت ۾ گهڙي
سياڻا ۽ عقل وارا ٿي پون ٿا."

تڏهن وشنو شرمان نالي هڪڙو پنڊت، جو ان مجلس ۾
ويٺو هو، سو چوڻ لڳو "اي راجا! آءٌ تنهنجن پٽن کي
جهل جي کُن مان ڪڍي علم جي پيڙيءَ ۾ چاڙهي سگهان ٿو.
ٻڪيءَ جي ٻنيان کو محنت ڪندو آهي، تہ آن کي بہ ٻاڙهي
وجهندو آهي. هي تہ راجا جا پٽ آهن. ڏٺي ڪندو، تہ پورن
ڇهن مهينن ۾ هنن کي سيکاري قابل ڪندس."

اها ڳالهہ ٻڌي راجا ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ چيائين "سچ آهي،
جهڙيءَ طرح ڪينئون گل جي سنگت ۾ راجائن جي چيٽ تي
چڙهندو آهي، تهڙيءَ طرح منهنجا پٽ بہ تنهنجي صحبت ۾ رهي،
عقل جي درجي کي پهچندا." اُئين چئي پنهنجن پٽن کي
ان پنڊت جي حوالي ڪيائين.

پنڊت هنن کي وٺي آئي پنهنجي گهر ويهاريو؛ ۽
نصيحت ڪرڻ لڳو: "ٻڌو، راج ڪنورؤ! عقلمندن جو وقت
لکڻ پڙهڻ ۽ علم حاصل ڪرڻ ۾ گذرندو آهي؛ ۽ نادانن

وقت الئي ٻهر اجاڻ ڳالهين ڪرڻ، ۽ ڪر موڙڻ يا لنبڪرڻ، ۽ ٻاڙوسين سان وڙهڻ ۾ وڃي لڳو؛ ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي ولهر ۽ ڌلڌي ۾ خوش ٿيو رهي. هاڻي سان اوهان جي خوشيءَ ۽ فائدي لاءِ ڪي ڳالهيون اوهان کي ٻڌايان ٿو، جن جي ٻڌڻ کان اميد آهي ته اوهان جو عقل ۽ هوش وڌندو."

تڏهين راجا جي ٻچن چيو "اسين ڪن ڏيئي اهي ڳالهيون ٻڌندا سون؛ اوهين مهرباني ڪري اسان کي ٻڌايو."

---

# باب پهريون

[جيڪي نڌر ۽ نٻل آهن، پر ڏاهن ۽ سچن سان
سنگت ۽ دوستي رکڻ ڪري پنهنجا مطلب حاصل
ڪن ٿا، تن جي بيان ۾.]

## ١- ڪانءُ، ڪچؤن ۽ هرڻ

پنڊت چوڻ لڳو تہ ”گوداوريءَ نديءَ جي ڪنڌيءَ تي هڪڙو وڏو ڪيسو ٿلن جو وڻ هو، جنهن تي آسپاس وارا پکي اچي رات جو بسرام ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن، پرھ ڦٽڻ سان، ان وڻ تان هڪڙو ڪانءُ اک کلڻ شرط ڇا ٿو ڏسي، جو ڪو ماري پنهنجي ڪلهي تي ڄار کنيو ٿو اچي؛ تڏهين ڊڄي دل ۾ چوڻ لڳو، تہ اڄ صبح مرداني جو چنڊال جو منهن ڏٺو اٿم! نجاڻا ڇا ٿئي. ائين چئي ان شڪاريءَ کي نظر ۾ رکيائين، تہ وڌيڪ ڇا ٿو ڏسي، جو هن شڪاريءَ اوڏو اچي، ٿورا چانور پنهنجي جهوليءَ مان ڪڍي، ان وڻ جي هيٺان ڇٽيا ۽ پنهنجي ڪلهي تان ڄار لاهي، انهن تي وڇائي، پاڻ پري هڪڙي ڪنڊ ۾ وڃي لڪي ويٺو.

ايتري ۾ چترگريو نالي پکي، ڪبوترن جو بادشاھ هو، اڏامندو اچي اتي سهڙيو. ڪبوتر، جي اصلي ان وڻ تي

ويڻا هئا، سي جان هيٺ ڪري نهارين، ته ڏسن ته مار! ڇانورن جا داڻا پٽ تي پکڙيا پيا آهن، ۽ هيرڪيا ته وڃي چڳون.

پر چترگريو انهن نادانن جو اهو ارادو ڏسي چوڻ لڳن، ته ”اي ڀائرو! ڀلا اوهين ٿورو خيال ته ڪريو، ته هن جهنگ ۾ اهي ڇانور ڪٿان آيا هوندا؟ جيڪڏهين هتان مسافرن لاءِ رستو هجي ها، ته هوند قبول ڪجي، ته انهن جي ڪائڻ پيئڻ ڪري ڪريا هوندا، پر اهڙي ته ڳالهه ئي ڪانهي. تنهنڪري شڪ نيڻ جو سبب آهي ته انهن ڇانورن ۾ دغا هوندي. جيڪڏهن اوهين انهن جي چڳڻ واسطي هيٺ لهندا، ته اوهان جو حال به هن لوڀيءَ مسافر جهڙو ٿيندو، جو سوني ڪنگڻ جي لالچ رکي، ڏيڻ ۾ ڦاسي شينهن جي ور وڃي چڙهيو هو.

تڏهين ڪبوترن پڇيو ته ”اها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

## ۲— شينهن، مسافر، ۽ سونو ڪنگڻ

چترگريو چيو، ته ”هڪڙي ڏينهن آءٌ ڏکڻ ڏانهن ڪنهن چوڪي واسطي ويس، ته اتي ڏٺم، ته هڪڙو پيرو شينهن سمانڊ لايو، هڪڙي تلاءَ جي ڪنڌيءَ تي ويٺو آهي ۽ جيڪو مسافر اتان لانگهائو ٿيو ٿي، تنهن کي چيائين ٿي، ته مون وٽ هڪڙو سونو ڪنگڻ آهي، سو خدا جي واٽ ۾ جيڪو وٺندو، تنهن کي ڏيندس. پر ڀؤ کان آن وٽ ڪو به اوڏو نه ٿي ويو.

اتفاقاً هڪڙي مسافر کي ڪٽي تي ڪٽي، جو هير کي ٿو تہ اهو ڪنگڻ شينهن کان وٺان، ۽ دل ۾ خيال ڪيائين تہ هھڙو مال مفت مولي ڪٿئون هٿ لڳندم؟ ۽ پانيائين تہ اڄ ڀاڳ وريم ٿو، جو هھڙي شئي مليم ٿي! ائين سمجھي پھہ ڪيائين، تہ شينهن وٽ وڃان، پر همت ساري نہ سگھيو ۽ خوف کان انديشو ڪري چيائين، تہ جيتوڻي هو سونو ڪنگڻ آڇي ٿو، تہ بہ هڪدم دشمن جي مٺي ڳالهائڻ تي اعتبار ڪرڻ نہ گھرجي؛ چاڪاڻ تہ ڪنگڻ وٺڻ جي ڪوشش سان خوف بہ گڏيل آهي؛ ۽ چيو اٿن، تہ زهر باوجود ڪيتريءَ بہ مٺائيءَ سان گڏيل هجي، تہ بہ قاتل آهي، تيئن اها ڀلائي بہ سالم نہ آهي، جنهن ۾ برائي گڏيل هجي.

پوءِ موڻي دل ۾ هيءُ ويچار ڪيائين، تہ جتي ’خزانو آهي، تتي نانگ بہ گھٽو ڪري رهي ٿو ۽ جتي گل آهي، تتي ساڻس ڪنڊو بہ آهي‘. مطلب تہ ڏن جي لالچيءَ کي جتي ڪٿي ڏپ آهي. پر هاڻي جيڪڏهين رکو ڀڪو ائين ڏڄي ويھي رهندس، تہ سُتي ڀلي ڪٿا ڪين ماريندي. ماڻهو ڏن جي ملڻ واسطي ڪيتريون محنتون ۽ ڪھڙا ڪھڙا ڏاڪڙا پاڻ تي سهن ٿا، ۽ چوڻيءَ ۾ پڻ آهي تہ ”ڏک کان سواءِ سک نٿو ملي.“

نيٺ نهراءِ ڪري چيائين 'اي شينهن، آها شئي جا خيرات ڪندين، سا ڪٿي آهي؟ مون کي ڏيکار ته سهي."

شينهن چنبو ڌوئي ڪري اهو ڪنگڻ ڪڍي ڏيکاريس. تنهن تي هن وانهڙوءَ چيو، "تون شينهن گوشت کائيندڙ، ۽ آءٌ ماڻهو تنهنجو شڪار، تنهڪري ڪيئن منهنجو ڀروسو تو تي ڄمي، جو آءٌ تو وٽ اچان؟"

شينهن ورائي ڏنيس "توکي خبر ڪانهي ته مون ڪيترن ڏينهن کان گوشت کائڻ ڇڏي ڏنو آهي. جيڪڏهين مون کي ماس کائڻ جي طمع هجي ته هرڻ ۽ ڦاڙها جهنگ ۾ ڪيترا آهن ڇا؟ ۽ جي توکي کائڻ جي خواهش هجيم، ته تون به ڪو مون کان پري آهين ڇا؟ پر مون اهو پڪو پرڻ ڪيو آهي ته گوشت کي ويجهو ئي وڃڻو نه آهي؛ ۽ هي ڪنگڻ جو مون کي ڪنهن به ڪم نٿو اچي، سو ڪنهن غريب کي خيرات ڪري ڇڏيان ته اجر ٿيم. تنهن ۾ تون ڊپ ڊاءُ ڪونه ڪر، نرسنسي هليو اچ. جهڙو پيارو مون کي پنهنجو ساهه آهي، تهڙو پرائو به اٿم."

تڏهين مسافر پڇيس، "هتان ڪئين وانهڙو لنگهيا هوندا، تن مان ڪنهن کي ڇو نٿي ڏنءِ؟"

شينهن ورندي ڏنيس، ته "واه سائين واه! شاهوڪار کي ڏيڻ مان مون کي ڪهڙو ثواب؟ ڇگي ڀلي کي

دوا ڏيڻ مان، يا ڍاول کي ماني کارائڻ مان ؟ ڪڏهين ڪو ثواب ٿيو آهي؟"

مسافر هيءَ ڳالهه ٻڌي وسهي ويو ۽ چوڻ لڳس، "چڱو ٻلا ڏينم." تڏهين شينهن چيس، "پهريائين هن تلاءَ مان لهي ڏيئي پوتر ٿي اچ، ته پوءِ ڏيانءِ."

تنهن تي هو ٻورڙو مسافر ڪاهي تلاءَ ۾ گهڙيو ۽ گهڙڻ شرط ٻئي پير ڏٻڻ ۾ ڦاسي پيس. جڏهين شينهن ڏٺو ته هاڻي مسافر سوگهو آهي، تڏهين ڏانهنس هري هري وک وجهڻ لڳو.

مسافر پڇيس، "ڇو ٿو اچين؟"

شينهن جواب ڏنس، "اچان ٿو توکي ڏٻڻ مان ڇڏائڻ."

ائين چئي هن کي آيري ڳچيءَ کان ورتائين. تڏهين ويچارو مسافر پنهنجي ڪرم تي هٿ هڻي چوڻ لڳو، "سچ آهي، ذاتي سڀاءُ ڪنهن جو مٽجڻ جو نه آهي!" ايترو چئي ساهه ڏنائين.

مٿين ڳالهه پوري ڪري چترگريو ڪبوترن کي چيو، "اي ڀائرو! جيڪڏهين اوهين به لالچ رکي وڻ تان هيٺ لهندؤ، ته هن مسافر وانگيان پنهنجو ساهه ڏيندؤ." پيو، "اي دوستو! مون هيترن ڏينهن هن وڻ هيٺ ڪڏهين به ڪو داڻو پيل نه ڏٺو. سياڻن چيو آهي، ته ٿوري کائڻ، پڙهيل پٽ، چئي وان استري، قدردان ڌڻي، سوچيل ڳالهه، ۽ جو ڪم ڏاهن جي صلاح سان ٿيو هجي، انهن ڇهن ئي ڳالهين

مان ڪڏهين خرابي ڪين ٿيندي، تنهنڪري جيڪڏهن اوهين پنهنجي ڀلائي گهرو ٿا ته انهن داڻن جي پچر ڪٽي ڇڏيو."

تڏهين انهن منجهان هڪڙي نادان ڪبوتر چيو، "جيڪڏهين اسين اهڙيون ڳالهيون ٻڌي ڊڄنداسون، ته ڪاٿون کائينداسون؟ شڪ نه آهي، ته ٻڪ جي وکهي مري وڃون، تنهنڪري آءٌ ته انهن داڻن کي ڪڏهين ڪين ڇڏيندس." ائين چئي هيٺ لٿو، ته ٻيا ڀانس پيا ٻه سڀ لٿا.

چترگريو، جو ڏاڍو سياڻو ۽ سمجهو هو، ۽ جنهن کي ڪابه ڳالهه مشڪل ڪين لڳندي هئي، جو سڀڪنهن کي نصيحت ڪندو هو، تنهن هيءُ رنگ ڏسي دل ۾ ويچار ڪيو ته هائي سنگت ته ڇڏي ويم! سنڌيءَ واري چيو آهي ته "جا گهڻن سنئين، سا وهانوَ سنئين،" هائي جيڪي ٿيڻو هجي سو ڀلي ٿئي، پر آءٌ سنگت کي ڪين ڇڏيندس. ائين چئي هو به هيٺ لهي پين سان رفيق ٿيو.

جڏهين ماريءَ ڏٺو ته هاڻي سڀ پکي ڄار ۾ اچي رهيا آهن، تڏهن وٺي ڄار کي ڇڪيائين، ته جي جتي مي تتي، سڀ سوگها ٿي پيا.

هي پنهنجو حال ڏسي جنهن هوڏيءَ ۽ نادان ڪبوتر جي چوڻ تي لٿا هئا، تنهن کي سڀني ڀون ڀون ڪري اچي ورتو ۽ طعنن ۽ تنڪن سان اهڙو ڦڪو ۽ ٻچڙو

ڪيائونس، جو اها نہ جاءِ مليس، جتي ڪري منهن لڪائي. سيائن چيو آهي، تہ جيڪڏهن ڏهن مائهن تي ڪا آفت اچي ڪڙڪي، تہ ڪنهن مائهوءَ کي انهن مان اڳرو ٿيڻ نہ گهرجي چوتہ، جي اها آفت ٽري ويئي، تہ هرڪو چوندو تہ آءٌ بہ انهيءَ جي ٽارڻ ۾ همراه هوس، پر جي نہ ٽري، تہ سڀيئي اُن هڪڙي ئي کي پيا مهڻن سان ساڙيندا.

چتر گريو تڏهين چيو، اي يارو! ڏوهہ ڪنهن کي چو ٿا ڏيو؟ ”بندي جي من ۾ هڪڙي، صاحب جي من ۾ ٻي.“ ڏوهہ ڪنهن جو بہ ڪونهي، جيڪا ٿيڻي هئي سا ٿي. ڪڏهن چڱي ڪم منجهان بہ ٻچڙو نتيجو نڪرندو آهي؛ جيئن تہ، ماءُ پيءُ ڪان وڏيڪ سڄڻ پنهنجي اولاد جو ڪو بہ ڪونهي، پر بعضي اهڙي مهل ٿيندي آهي، جو اهي بہ ڦري پنهنجي اولاد جا ويري ٿي بيهندا آهن؛ تنهنڪري اي دوستو! هٿل نہ مچايو، پر اهڙو ڪو گهاٽ گهڙيو، جنهنڪري سڀني جو ڇوٽڪارو ٿئي. جيڪڏهين ڪنهن تي ڪا اوچتي آفت اچي پوندي آهي، پوءِ جي هو ڏک ڪندو آهي تہ ان کي مرد ڪين ڪوٺبو آهي. مرد اهو آهي، جنهن کي جيڪڏهن ڪا بہ مشڪلات اچي پوي، تہ دلجاءِ سان ان جي ٽارڻ لاءِ تجويز ڪري.

سيائن جو چيو آهي، تہ مائهوءَ ۾ هي ڇهہ ڳالهيون ضرور هئڻ گهرجن: (١) جيڪڏهين اوچتيءَ آوہ ۾ اچي،

تہ واڻرو نہ ٿئي، (۲) ڪو وڏو ماڻھو ولس اچي تہ ان جو آدر ڀاءُ ڪري، (۳) مجلس ۾ جا ڳالھ ڪري، سا ڪٽي ڳوتهي چترائيءَ سان ڪري، (۴) جڏھين جنگ تي سنهري وڃي، تڏھين پوئتي نہ هٽي، (۵) پاڻ کي جهان جي ڪلا غيبت کان بچائي، (٦) علم سکڻ ۾ دل لائي. ۽ هي ڇھ ڳالھيون ماڻھوءَ ۾ هئڻ نہ گھرجن: (۱) گھٽو سھڻ، (۲) ڀڳوان جي ڀڄن ۾ آرس ڪرڻ، (۳) سيڪنهن ڪم ۾ ڊڄڻ، (۴) ڪاوڙ ڪرڻ، (۵) پاڙيوارن کي پاڻ کان گھٽ سمجھڻ، (٦) ڪنهن جي ڪلا ڪرڻ ۽ ان تي ٽوڪ هڻڻ.

تنهن ۾، اي ڀائرو! منهنجي صلاح آهي تہ چار کي ڪٽي آڏاسون، پر اھو ڪم گھٽن کان ني سگھندو، نہ هڪڙي کان؛ جيئن تہ گاھ جي هڪڙي ڪک سان ماڪوڙي بہ سوکھي ٿي نہ سگھي، پر جي اهڙا ڏھ-ويھ ڪک گڏي ٽوڙي وٺي هاٿيءَ کي ٻڌجي، تہ اھو بہ قابو ٿي پوي: ۽ سنڌيءَ واري بہ چيو آهي تہ "گھٽن ڪنئي چپر ڪجي پوي" تنهنڪري، پاڻ ۾ ٻڌي ڪري چار ڪٽي آڏاسون تہ چڱو."

هيءَ صلاح سڀني ڪبوترن کي وڻي، ۽ چار ڪٽي اُني آڏاٿا. ماريءَ جڏھين ڏٺو تہ مارا منهنجو چار ٿي ڪٽي ڀڄن ٿا، تڏھين ڪاهي ڀٺيان پين. پر نيٺ جڏھين اهي پکي سندس نظر کان لنگھي ويا، تڏھين ويچارو نراس ٿي پويان پير ڪري موٽيو.

ڪبوترن، هن کي هندو ڏسي، خوش ٿي چيو ”اي بادشاهه! شڪاريءَ ته اسان جي گوشت کائڻ جي آس ڇني ڪئي، هاڻي چئو ته ڇا ڪجي.“ تڏهين چتر گريو چيو ”اي ادا! دنيا ۾ هڪڙا ماڻهو پيءُ ڏک ڀائي آهن، ڇا ڪون ته آءٌ دل کان پنهنجي اولاد کي گهرندا آهن، ٻيا دوست جي ٿيا آهي، جيڪي ڪنهن سانگي سان ڏک ڀائي اچيو ٿين، پر هن مهل آهي ڪٿان اچن. تنهن ڪندي ٻه منهنجو هڪڙو دوست، هرنڪ نالي ڪئو، گنڊڪ نديءَ جي ڪنڌيءَ تي ٻچتر جهنگ ۾ رهندو آهي، جيڪڏهين آني آن وٽ هلي ٿا سهڙون، ته پوءِ اميد آهي ته هو اسان جو ڄار ڪتريندو.“

اها ڳالهه ٻڌي سڀ ڪبوتر ان ڪئي جي گهر ڏانهن ڪاهي آڏاٺا. ڪئي جڏهين هنن کي پريان ايندو ڏٺو، تڏهين ڊپ کان وڃي هڪڙي ٻِرَ ۾ لڪي ويهي رهيو. پر پوءِ جڏهين پنهنجي دوست جو آواز سڃاتائين، تڏهين چوڻ لڳو. ”واه! مان ڪو وڏي ڀاڳ وارو ٿو ڏسجان، جو اڄ منهنجو دوست چترگريو منهنجي گهر آيو آهي!“

موني جڏهين ٻاهر نڪري گهڻا ڪبوتر هڪڙي ڄار ۾ ڦاٿل ڏٺائين، تڏهين عجب کائي پڇڻ لڳو ”اي دوست! هي ڇا آهي، سڀ هن ڄار ۾ ڪيئن ڦاسي آيا آهيو؟“

چترگريو چيس: "اي ادا! ڪهڙي ڳالهه ڪريان، هي سڀ پنهنجو ڪيتو ٿا لوڙيون، تون اسان جو ڏورو ڪين ڏوله."

تڏهين ڪڇُو چوڻ لڳو "سچ آهي سڀ جيئن ٿيڻو آهي، تيئن ئي ٿئي ٿو. سک تو ڙي دک، خوشي توڙي رنج، سڀڪنهن کي پنهنجي ثواب ۽ گناهه سارو ملي ٿو."

ائين چئي، چترگريو جي پاسي وارو چار ڪترڻ لڳو. تڏهين چترگريو چيس "ائين ڪرڻ نه گهرجي، پهريائين منهنجي سنگتين جي پاسي وارو چار ڪتر."

هرنڪ تڏهين چوڻ لڳو "هاڻي منهنجي ڏندن ۾ ايترو ست ڪونه رهيو آهي، جو هرڪنهن جو چار جدا جدا ڪتريان."

چترگريو وري به چيس، ته پهريائين هنن جو ڪتر. تنهن تي هرنڪ چيو "پاڻ کي بند ۾ رکي، سنگتين کي ڇڏائڻ به ڪا مناسب ڳالهه آهي؟ سيائڻ جي چوڻي آهي، ته ڌن ۽ دوستن کي ڪنهن اوکي ويل ٽارڻ واسطي رکبو آهي؛ يعني جان اهڙي پياري شئي آهي، جنهن جي سنڀالڻ واسطي ڌن ۽ دوست پيئي رکبا آهن؛ پوءِ چونه انهي جان کي پهريائين بچائجي؟"

تڏهين چترگريو چيو، "اي يار! اها ڳالهه سچي آهي، پر مون کان پنهنجي دوستن جو درد سٺو نٿو وڃي. سياڻا چئي ويا آهن، ته همدرد ماڻهو آهو آهي،

جو پنهنجي مال ۽ جان مان ٻه ٽڪو ڏئي. جتي ڏسي ته انهن پنهنجي خرچڻ مان پين جو پلو ڀي ٿو اچي. پوءِ آءٌ ٻه ائين ڇو نه ڪريان؟ هي سڀيئي ذات جماعت ۾ مون جهڙا آهن، پوءِ منهنجي مڪڙڻ مان هنن کي ڪهڙو فائدو ٿيو، جيڪڏهين آءٌ رڳو پڪو پنهنجي مطلب ڏي پيو ڏسندس؟ ري ڏني ري ورتي هي سڀ منهنجي خدمت ۾ رهن ٿا، ۽ مون کي پنهنجو پريو مڙس ڪري مڃين ٿا، پوءِ جيڪڏهين منهنجي جان وڃي، ۽ هنن جو ڇوٽڪارو ٿئي، ته ٻه مون کي قبول آهي، ڇو ته هن دنيا ۾ نيڪيءَ کان سواءِ پيو نيٺ ڇا وڃي رهندو، حياتيءَ تي ته پوري هڪڙي دم جو ٻه ڀروسو ڪونهي.

هيءَ ڳالهه ٻڌي هرنڪ ڏاڍو ٽپرس ۾ پيو ۽ چوڻ لڳو، اي يار! توکي شاباس آهي، جو پنهنجن سنگتين تي هيترو ساهه ڏين ٿو!"

آخر هرنڪ سڀني جو چار جدا جدا ڪتريو، گهڻو آدر ڀاءُ ڪيائين؛ ۽ چترگريو ڏي منهن ڪري چيائين "اي يار! اوهين چار ۾ ڦاسڻ جو ڪو الڪو ڪونه ڪجو، ڇو ته سختيون توڙي نرميون سڀني تي ٿينديون پيئون اچن."

تڏهين چترگريو چيو، "اي ڀائرو! سياڻا ڪين هئاسون جيڪڏهين هجون ها، ته هوند ماريءَ جي ور قيام نه چڙهون ها." تنهن تي هرنڪ چيو، "ائين نه آهي،

ڪک هيٺ لڪ پيو آهي، ٻڪوان جي ڪجهن ۾
هن هيٺيءَ ٻَڌ جو چا وٽ آهي، جو دخل ڪري سگهي!
هي فقط ڏينهن ڏينهن جو ڦير آهي."

ائين چئي هرڻ هنن کي ڪارائي پياري خوش
ڪري ڪڍيو، ۽ پاڻ پنهنجي ٻر ۾ پيهي ويو. هو
ڪانءُ، جو پينڙڪي جو ماريءَ جو منهن ڏسي، ان
کي ڏڪاري، ڪبوترن جي پٺيان لڳو آيو هو، سو
هيءَ سڄي سرگذشت ڏسي حيران ٿي چوڻ لڳو "ڏسو
ته سهي، دوستيءَ ۽ محبت مان ڪيترو نه فائدو
ملي ٿو!" ۽ هرڻ جي ٻر وٽ اچي هري هري
چوڻ لڳس، 'اي هرڻ! آءٌ گهٽائي ملڪ گهميو
آهيان، پر تو جهڙو سچو دوست ڪٿي ڪو نه ڏٺم.
هاڻي منهنجو هڪڙو عرض آهي، جيڪڏهين قبول ڪرين،
ته چوان؟"

هرڻ هيءَ ڳالهه ٻڌي پڇيس، "تون ڪير آهين؟
۽ ڪٿان ٿو اچين؟"

هن وراڻي ڏني ته "لگهپتنگ نالي ڪانءُ آهيان،
۽ توسان ياراڻي پائڻ جو ارادو ڪري آيو آهيان."

ڪڇئي چيس، "خيال ڪر: تون ڪانءُ ۽ آءٌ
ڪڇُو، تنهنجي ۽ منهنجي دوستي ڀلا ڪيئن ٿيندي؟
ٻڌو ڪين اٿيئي:

ڪند هم جنس با هم جنس پرواز:
ڪبوتر با ڪبوتر باز با باز.

تنهنڪري بهتر آهي ته وڃي ڪنهن ڪانءُ سان ياراڻي رکي، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن آءٌ توسان ياراڻي پائيندس ته اوءُ به هن گدڙ ۽ هرڻ جي ياراڻيءَ وانگي ٿيندي."

تڏهن ڪانءَ پڇيس ته "اها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

## ۳- گدڙ، هرڻ ۽ ڪانءُ

ڪُئي چيو، "مون ٻڌو آهي، ته اڀرندي ڏانهن گنگا نديءَ جي ڪنڌيءُ تي، چنپاوتي نالي هڪڙو شهر آهي. ان جي ويجهڙائيءُ ۾ هڪڙو وڏو ۽ گهاٽو جهنگ آهي. اُتي هڪڙو ڪانءُ ۽ هرڻ ٻئي ڏاڍا ڳُجهرا ۽ گهاٽا يار رهندا هئا. هرڻ ڏاڍو ٿلهو ۽ متارو هوندو هو، تنهن ۾ هڪڙي گدڙ اچي اک رکي ۽ دل ۾ چيائين ته واه جو هيءَ هرڻ آهي! هن سان ڪا ڪيڏ ڪري سندس گوشت جو سواد وٺجي.

اها نيت رکي هري هري ڪري هرڻ وٽ آيو ۽ چيائينس، "رام رام، اي هرڻ! ڇڱو ڀلو ته آهين؟"

هرڻ پڇيس "تون ڪير آهين؟"

هن جواب ڏنو "مان گدڙ آهيان، ۽ منهنجو نالو چدرٻڌ آهي، ۽ هن "جهنگ ۾ ڪيترن ڏينهن کان ويڳاڻو گهمندو وتان ۽ جي جيئرو ته به مئن جي قطار ۾ آهيان. هاڻي جڏهين توسان اچي اتفاق سان ملاقات ٿي اٿم، تڏهين ڀانيان ٿو ته گويا ساهه ٿي مون ۾ هينئر پيو آهي."

ايتري ۾ رات اچي پيئي. تڏهين هرڻ پنهنجي مڪان جي واٽ ورتي، ۽ گدڙ به سندس پٺيان ڪاهجي پيو. هرڻ جڏهين پنهنجي مڪان تي اچي پهتو، تڏهين سندس جهوني يار، سنُپُڻ ڪانءَ جو اتي هڪڙي وڻ تي گذاريندو هو، پڇيس "اي يار! خبر ڪر، هيءُ پيو توسان ڪير آهي؟"

چيائينس، "هيءُ گدڙ آهي، ۽ ڏاڍو نيڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، مون سان ياراڻي رکڻ جي خواهش اٿس."

تڏهين ڪانءَ چيس، جنهن سان اڳي ڄاڻ پڇاڻ نه هجي، تنهن جيءَ ڳالهه تي جهٽ پٽ ڀروسو نه ڪجي ۽ نڪي تنهن کي پنهنجيءَ جاءِ ۾ ٽڪڻ ڏجي؛ پر تو شايد ڳجهه پکيءَ جي ڳالهه ڪين ٻڌي آهي."

هرڻ پڇيس ته "اها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

## ۴- ڳجهه، ٻلي، ۽ ٻيا پکي

ڪانءَ چيو، "مون ٻڌو آهي ته ڀاڳيرٿي نديءَ جي ڪنڌيءَ تي هڪڙو وڏو اُتاهون جبل آهي، جنهن کي گرد ڪوٽ ڪري سڏيندا آهن. اُتي هڪڙو ڏکو ڪيسوڦلن جو وڻ هو، جنهن تي هڪڙي ٻڍي ۽ هيٺي ڳجهه گهٽن ڏينهن کان رهندي هئي، جنهن جي ڪنپن ۽ ٻت ۾ ايترو به ست نه رهيو هو، جو ڪنهن ٻاسي اڏامي کائڻ پيٽ واسطي چري سگهي، ۽ ڪنهن شئي جي درڪار ٿيندي هيس، ته اُن وڻ تي ٻيا لڪندڙ

پکي پنهنجن ڇهڻن ۾ چوڪو ڪٽي آڻي ڏيندا هئس.
اهڙي طرح ڪجهه جو پيو گذران ٿيندو هو.

هڪڙي ڏينهن هڪڙي ٻلي آني آئي، انهيءَ ارادي سان، ته جيڪي پکين جا ٻچا ملي سگهنس، سي کائي.
ٻچڻ هن کي ڏسي ايترو قدر هل مچايو، جو ڪجهه ويچاري، جا وڏي جي ڪري گهٽو ڏسي ڪين سگهندي هئي،
سا ٻاهر نڪتي ۽ پڇيائين ته "تون ڪير آهين؟"

ٻلي هن جي شڪل ڏسي ڊني، ۽ دل ۾ چوڻ لڳي ته "هيءَ الاجي ڪهڙي بلا آهي؟ شڪار ته رهيو پنهنجي ماڳ پر آئلندو پاڻ ئي شڪار ٿيان.
واه ٻه ڪانهيم جو ٻچي ڇٽان. تنهنڪري بهتر آهي ته اوڏڙو وڃي ڪي اهڙيون مٺيون ڳالهيون ٻڌايانس، جو 'لعل ٻه لڀي ته پريت ٻه رهجي اچي'."

نيٺ هري هري ڪري وٽس آئي، ۽ ايندي شرط اچي سلام ڪيائينس. ڪجهه پڇيس، "تون ڪير آهين؟"

جواب ڏنائين، مان غريب محتاج ٻلي آهيان."

ڪجهه چيس، "جيڪڏهن سچ پچ تون ٻلي آهين، ته هتان ٽري پاسو ڪر، نه ته آءٌ يڪدم توکي ماري ڇڏينديس."

ٻليءَ چيو، "غريب پرور! هڪڙي ڳالهه ڪريان ٿي، پوءِ جي مون کي مارڻ جي لائق سمجهو، ته ٻه پري نه آهيان."

تڏهين ڪجھ پڇيس ته "اُها ڪهڙي ڳالھ آهي؟"

چيائين "چڱو يا ڀڄڙو شخص ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ هلت چلت مان معلوم ڪري وٺبو آهي. ٻلي سچ پچ پکين کي شڪار ڪندڙ آهي، پر رکو پکو اها ڳالھ ڳنڍ ٻڌي، مون غريب کي ناحق ماري وجهو، ته به اوهان جي اختيار آهي. ان مان اوهان جي پسورائي سٺٺي پڌري ٿي پوندي. پر شايد مون جيڪو پنهنجي دل جو اُهڃاڻ ڪيو آهي تنهن جو توهان کي سماءُ ئي ڪونهي؟

آءٌ اشناس ڪرڻ کان اڳي ڪو ڪم نه ڪندي آهيان؛ گوشت کائڻ کان ته مون پنيءَ هٿ ڌوئي ڇڏيو آهي؛ بلڪ پنهنجو ۽ پرائو ساھ هڪ جهڙو ڪري ڄاڻندي آهيان؛ ۽ هتي هاڻي جو آئي هيان، سو رڳو اوهان جي ديدار لاءِ؛ ڇاڪاڻ ته اڄ کان اڳي اوهان جي واکاڻ ڪن ڇڻن پکين کان ٻڌيم، جي گنگا نديءَ ڏي ويا ٿي، ۽ خيال ڪيم ته اوهان بزرگن جي قدمبوسي حاصل ڪرڻ کان منهنجا پاپ نورت ٿيندا؛ پر ارمان آهي، جو اوهين اٿلندو منهنجي مارڻ لاءِ سنڀرو ٿيون!

وڻ کي ماڻهو ڪهاڙو کڻي اچي ڪپيندا آهن، باوجود ڪپجڻ جي ته به جيستائين ٻيٺو هوندو آهي، تيستائين پنهنجي ڇانو ڪپيندڙ کان ڪڏهين به ڏور ڪين ڪندو آهي. آءٌ خاص اوهان جي درشن لاءِ هيڏرو

پنڌ هٽي آئي آهيان، ۽ توهين ڀانيون پيون ته ماري وجهونس. مهماندار تي فرض آهي ته ٿوري ۾ ٿورو، ته به مهمان سان چار مٺيون ڳالهيون ڪري ۽ جي سري سگهيس ته ٿورو ٿڌو پاڻي به پياريس؛ پر اوهان وٽ انلندو ڪوڙيون ڳالهيون، ۽ وڏ گهٽ لفظ پيا ٻڌجن! جيڪي سياڻا آهن، سي هنرمند توڙي بي هنر ٻنهي تي هڪ جهڙي نظر رکندا آهن، جيئن سج پنهنجو سوجهرو غريب توڙي شاهوڪار ٻنهي جي گهر تي هڪ جهڙو ڪندو آهي."

هي ڳالهيون ٻڌي ڳجهه جي مَن کي البت مات آئي، ۽ چوڻ لڳي، "منهنجو چيو چايو تون دل ۾ نه ڪج؛ چو ته مون رکو نديڙن ٻچن جي پرگهور ٿي ڪئي."

ٻلي تڏهين ٻيئي هٿ ڳوڏن تي هٽي چوڻ لڳي، "توبه، توبه! هيءَ ڳالهه جيڪر ٻيو ڪو ڪري ها، ته مان هوند پاڻ کي اتي گهات ڪريان ها. مون گهڻا ڪتاب پڙهيا آهن، ۽ گهڻن ودياوانن ۽ پنڊتن، ۽ ڌرماتمائن کان ٻڌو آهي، ته ڪنهن جي دل رنجائڻ وڏو پاپ آهي. جيڪو ڪنهن کي ماري سندس ماس کائي ٿو، تنهن کي رکو ايستائين سواد اچي ٿو، جيستائين اهو لقمو سندس وات ۾ آهي. جڏهين نڙيءَ کان لنگهي هيٺ ٿيو، تڏهين ڪاڏي ويو اهو سواد، ۽ ڪاڏي ويو اهو جيءُ، جنهن کي مارڻ ۽ ايذاء

ڪاٺ ئي ڪُٺ پيو، جنهن جي لاءِ سپائي ڏٺيءَ وٽ حساب ڏيڻو پوي. سچ، مرڻو تہ سپ ڪنهن کي آهي پر ڇو نہ جيستائين ٿي سگهي تيستائين ڪنهن کي نہ مارجي؟“

هنن ٻکيءَ پرين ڳالهين ڪجھ جي دل آئي باقي اهڙي ڪنڙي ڪئي، جو هن بيوس ٿي ٻليءَ کي آتي ٽڪڻ ڏنو. ٻن-ٽن ڏينهن کان پوءِ هري هري وڃي ٻلي ٻہ-چار ٻچا ڪڍي آئي. انهن جو آواز ٻڌي ڪجھ پڇيس، ”هنن کي ڇو آندو اٿئي؟“

ورائي ڏنائينس، ”سائين! منهنجا ٻہ ٻہ-ٽي هنن جيڏا ٻچا آهن، جن کي ڪيترن ڏينهن کان مون نہ ڏٺو آهي، ۽ هاڻي انهن ڏي ايترو من پيو ڇڪي، جو ياد ڪيو پيئي رنان؛ ۽ هنن ٻچن کي جو مون هتي آندو آهي سو محض انهيءَ لاءِ، تہ هنن کي ڏسي پنهنجي من کي پرچايان.“

ڪجھ سمجهيو تہ ويچاري ٻلي سچ ٿي چوي، پر ٻليءَ کي تہ هو من ۾ کوٽ، تنهن تہ ٻچن کي آڻي ڪائي ڪپائي ڇڏيو. انهيءَ طرح هڪ-ٻہ پيري سان آڻيندي ۽ کائيندي ويئي، تان جو هڪڙو ناليِ کي بہ نہ ڇڏيائين؛ نيٺ جتان اصل آئي هئي، اوڏانهن هلي ويئي.

سانجهيءَ جو جڏهين سپ پکي اچي پنهنجي پنهنجي آکيري ۾ گڏ ٿيا، تڏهين جان ڪري ڏسن، تہ سندن

ٻچا نہ هيٺ نہ مٿي. گهٽي ڪولا ٿولا ڪري جڏهين ٿڪا، تڏهين اوچتو وڃي نظر پين ڪن هڏين تي، جي هيٺ پٽ تي ۽ ڪجهہ وٽ پيپون هيون، ۽ يقين ٿين، تہ ڪجهہ انهن کي کاڌو آهي. پوءِ اچي آنڊي جي چر لڳين، سو الري ڪام ڪري اچي ڪجهہ کي ٿونگي مٿان ٿونگو هڻي، اتي جو اتي ماري اڇلائي رکيائون."

اها ڳالهہ پوري ڪري ڪانءُ چيو، "اي هرڻ! ڌارين کي پنهنجي گهر جي واٽ ڏيکارڻ مان نتيجو اهو آهي جو ٻڌءِ."

تڏهن ڪدڙ ڏمرجي چوڻ لڳو، "اڙي ڪانءُ! تنهنجو نالو سو سٺُ ٻڌ آهي، پر ٻُڌ تہ ايتري ٻ، نہ اٿيئي جو سمجهين ڪري، تہ دوستي ڪو ماڻهو جي پيئان وٺي ڪونہ ٿو اچي. پهريائين جڏهين هرڻ ۽ تنهنجي پاڻ ۾ دوستي ٿي هئي، تڏهين تہ نڪو تون هن کي سڃاڻندو هئين، ۽ نڪي هو توکي؛ پوءِ جيئن ڏينهن ويا پوندا، تيئن اوهان جي دوستي ويئي وڌندي. جيڪي چڱا ماڻهو آهن، سي سڀني کي پنهنجو دوست ڪري سمجهندا آهن؛ ۽ اهو ڪم ٻچڙن جو آهي، جو ڪنهن کي دوست ڪري ڄاڻن، ۽ ڪنهن کي دشمن. اسين سڀ هڪڙي خالق جا خلقيل آهيون، تنهن ۾ جهڙو هرڻ سنهنجو دوست آهي، تهڙو تون ٻ آهين.

تنهن تي هرڻ چيو "اي سنڌ! اسين سڀ ڀاڻ ۾ ڀائر آهيون. جيڪڏهين گدڙ کي هر ويرو اسان جي سنگت ۾ اچي گڏجڻ جي خواهش ٿي آهي ته سانگو ڪونهي، اچي گڏجي." اها ڳالهه ٻڌي ڪانءُ چيو "جيڪڏهين يار جي ٻ، اچي اِها مرضي ٿي آهي، ته چڱو ڀلا." ايتري ۾ اچي پرهه ڦٽي، ۽ ٽيئي يار پنهنجي قوت گذران جي ڳولا ۾ نڪتا. انهيءَ طرح ڏهاڙي صبح جو هرڪو پنهنجي سر ويندو هو، ۽ رات جو اچي ٽيئي هڪ مڪان تي گڏجي ٽڪندا هئا.

هڪڙي ڏينهن ڪميٽو گدڙ جو هميشه هرڻ جي گوشت جي سڌ پيو رکندو هو، سو جنگل جي هڪڙي تازي ۽ سائي ڇهج ٻني، جنهن ۾ ڪنهن ماريءَ هرڻ ڦاسائڻ واسطي چار ٽنگي ڇڏيو هو، ڏسي دوڙي آيو، ۽ هرڻ کي اشارو ڏيئي پاسيرو ڪري چيائين، "اي يار! ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن، جو تو رکو سڪو گاهه پئي چريو آهي، ڏڪ ٻ، گهٽو ئي پئي ٿيو آهي، پر چا ڪريان. نيٺ اڄ هڪڙي هري ڀري ٻني تولاءِ ڏسي آيو آهيان، جا اهڙي نويڪلي آهي جو بي ڊپو ٿي هلي منجهس چر، ۽ پنهنجي گهڻن ڏينهن جي سڪايل دل کي خوش ڪر."

ڀڪيءَ جو پيئي يار گڏجي هليا. جڏهين آن ٻنيءَ کي ويجهو اچي پهتا، تڏهين گدڙ چيس، "اڇا - هوءَ ٻني، وڃي کائي ڍؤ ڪر."

هرڻ مت جو موڙهل ٻنيءَ ڪي ڏسندي ئي اتاولو ٿي ڊوڙيو ۽ ايندي شرط ٻي ڊپو چَرڻ لڳو، چرندي چرندي اوچتو ڄار ۾ ڦاسي پيو. تڏهين ڪميڻو گدڙ خوش ٿي ٽينگ ٽپا ڏيڻ لڳو. هرڻ سمجهيو ته جيڪس ويچاري ڪي منهنجي ڦاسڻ جو ارمان ٿيو آهي، تنهنڪري ٿو لڏجي، پر ائين نه ڄاتائين، ته بڪاڻيل فقير خونچو ڏسي ٿو ٽُري، ۽ چيائينس، "اي يار! ڇوٿو ارمان ڪائين؟ توکي خبر نه آهي ته تنهنجا ڏند ترار ڪان ٻه تکا آهن، ۽ هن ڄار جي نوڙيءَ کي ڪتري سگهين ٿو؟"

گدڙ چيس، ته "اي پيارا يار! چشمن سان حاضر آهيان، پر اڄ مون ورت رکيو آهي، ۽ هيءَ ڄاري چم جي آهي، جي مان ڏاڍ سان ڇُهندوسانس ته منهنجو ورت ڀڄي پوندو. مهرباني ڪري اجهڪي مهلت رکي صبح ٿيڻ ڏي، پوءِ جيڪو منهنجي ذات جو وڙ هوندو، سو تنهنجي خدمت ۾ ڪندس.

رات ته ٻيئي پير گذري ويئي. جڏهين پَرهڪو ٿيو، تڏهين هُتي هرڻ ڪي رات جو نه آيل ڏسي ويچاري سُبڌ ڪي دل ۾ اچي بدسوڻ جاڳيو، ته نڇاٽا هن ڪي ڇا ٿيو، ۽ هي ڪاڏي ويو؟ ائين ڪري هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳس، تان جو وڃي نظر پيس ته هڪڙي هنڌ ڄار ۾ ڦاٿو پيو آهي، ۽ ڏسندي سؤن ٻيئي هٿ ڪرمن تي هڻي چيائين "ڙي مورک! مون توکي اڳيئي ٻڌايو هو ته اهو گدڙ حرفتي ۽

آهي، سچ آهي، ته جو ٻنهنجي ٻار جو چوڻ نٿو مڃي سو ڪاٻارجي ٿو. هاڻي اهو تنهنجو يار ڪٿي آهي؟"

هرڻ چيس، "منهنجي گوشت جو بکايل يار اتي ڪٿي ويٺو هوندو." تڏهن ڪانءُ چيو، "خير، جيڪي ٿيڻو هو سو ٿي چڪو، ڏڏو ڪير وري ٿئين ڪين ٻوندو. پر هاڻي منهنجي صلاح وٺ. تون ساهه گهٽي پئجي ره، جڏهن آءٌ هڪل ڪريان، تڏهين آٿي ڀڄج".

هرڻ آها ڳالهه مڃي آئين ڪيو. آخر ماري جڏهين پنهنجي ڄار وٽ آيو ۽ ڏٺائين ته هڪڙو ٿلهو متارو هرڻ آهي، پر ڄا جو ميٺل آهيڄار ۾ ڦاٿو پيو آهي، تڏهن گهڻو افسوس ڪائي دل ۾ چيائين ته جيڪڏهين ههڙو هرڻ جيئرو جاڳندو هٿ لڳيم ها، ته جيڪر الاجي ڄا ڪريان ها!

نيٺ هري هري هن جي سيسي ڄار مان ڪڍي ڪري پري اڇلايائينس، ۽ پنهنجو ڄار ويڙهڻ لڳو. ايتري ۾ ڪانءَ ٽان ٽان ڪئي، ۽ هرڻ آٿي ڀڳو، ائين جيئن تير وڃي ڪمان مان.

جڏهين ماريءَ ڏٺو ته مار! هرڻ جيئرو هو، جو ڀڳو ٿو وڃي، تڏهين وجهندي ئي هٿ هڪڙي ڏنڊي ۾ پٺيانس اهڙي زور سان اڇلايائين، جو اُن وڃي گدڙ جي ڪاپار ۾ ٺڪاءُ ڪيو.

تڏهن ڪانءَ هرڻ کي چيو، "اي يار! دشمن ۽ مڇر ٻنهي جي چال هڪ جهڙي آهي. مڇر به پهريائين

ٻير تي اچي ويهندو، پوءِ پٽيءَ تي، پوءِ کن وٽ، ۽ آهستي آهستي ڪندي جيڪڏهن ڪو لڱ اگهاڙو ڏسندو ته آتي، يا ڪپڙي ۾ ڪو ٽنگ ڏسندو ته آتي ويهي چڪ هڻي ڀڄندو آهي. تيئن دشمن ٻه جي ٻچي نه سگهندو ته ڀريائين اچي پيرن تي ڪِرندو، پوءِ مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪندو، پوءِ کن ٻائي ٽيندو ۽ آخر جڏهن وجهه ملندس، تڏهن پنهنجو مطلب پورو ڪري ڀڄندو."

"تنهنڪري" هرڻ چيو "منهنجي دل تي شاهدي ڏئي، ته تون ٻه هن ڪدڙ وانگي منهنجي رت جو اڃايل آهين؟"

ڪانءَ چيو "اي هرڻ، تنهنجي رت پيئڻ، يا ماس کائڻ سان منهنجي عمر وڏي ڪين پوندي. تون جي سچ ڪري ڄاڻين، ته آءٌ رکو تنهنجي محبت جو بکيو آهيان، اهڙي محبت، جهڙي چترگريو ۽ تنهنجي وچ ۾ آهي، چو ته، تو جهڙو وفادار يار ڪٿي به ڪونه ڏٺم. چڱن سان دوستي رکڻ بهتر هن لاءِ آهي ته هو درياهه جهڙي خاصيت رکن ٿا، جهڙيءَ طرح هو اونهو آهي، تهڙيءَ طرح هي گنڀير آهن، جهڙي ريت درياهه ۾ ڪو باهه وجهي، ته به درياهه ڪوسو نه ٿئي، تهڙيءَ ريت چڱن سان ڪو ٻڇڙائي ڪري، ته به او هرگز دل ۾ نه ڪن. آءٌ تنهنجي چال ڪان گهڻو واقف آهيان. تون نيڪ نيت آهين ۽ تنهنجي چڱن لڇڻن منهنجي دل موهي وڌي آهي."

ڪنثي چيو "مون توکي ڪيترا ڀيرا چيو آهي، ته آءٌ توسان دوستي ڪين رکندس. منهنجي ۽ تنهنجي ياراڻي پاڻ ۾ اهڙي نهي، جهڙي باھ ۽ پاڻيءَ جي. جيستائين باھ پاڻيءَ کان جدا آهي، تيستائين ڪوبہ ڏپ ڪونہ اٿس، پر جي ٻئي گڏجي ٿيون، تہ باھ اُجهو وسامي ٿيوي. تنهنڪري توتي ڪهڙي ڀت آهي؟ جهڙو ٻاهر جو ڪارو آهين، تهڙو ڪهڙو شڪ آهي، تہ اندر جو بہ هوندين؟ مان تنهنجو ڪاڄ، تون مون کي جيڪر ڪٽي بہ ڏسين تہ آتي نہ ڇڏين، ٻوءِ چؤ تہ منهنجي ۽ تنهنجي ياراڻي پاڻ ۾ ڪيئن لهي؟"

ڪانءَ چيس "ٻر هاڻي تہ مون پرن ڪيو آهي، تہ جيڪڏهين تون مون کي پنهنجو يار نٿو ڪرين، تہ آءٌ بہ بکون ۽ لنگهڻ ڪڍي تنهنجي در تي ساھ ڏيندس، تون ڀلو شخص آهين، ۽ جيڪڏهن اسان ٻنهي جي پريت پاڻ ۾ ٿي، تہ اُميد آهي ڪڏهين بہ تفاوت ڪين پوندو.

ٻچڙن جي دوستي اهڙي آهي، جهڙو چينيءَ جو ٻاسڻ، اڃان ٿورڙي لوڪر اڇيس تہ ڇيهون ڇيهون ٿي پوي، مگر چڱن جي دوستي اهڙي آهي، جهڙو ڪنجهي جو ٿانءُ، جهڙي تهڙي ڌڪ سان تہ ڀڄيئي ڪين. چوپايا اڪثر ڪائڻ پيٽ جي لالچ تي اچي پنهنجا ٿين ٿا. نادان طمع ۽ حرص کان دوستيءَ ۾ داخل ٿيندا آهن، مگر سياڻا رکو چڱمڙسيءَ تي ڦاسن ٿا، آءٌ ڪيترو بہ ملڪ گهميس، تہ بہ تو جهڙو سچو

ٻار ڪٿي ٻہ ڪوٺہ ڏلر، تنهنڪري منهنجي خواهش آهي، تہ تون مون کي پنهنجو يار ڪر."

هنن ڳالهين تي ريجهي، ڪُتو پنهنجي پير ڪان ٻاهر نڪتو ۽ ٻاڪر پائي گهڻي پيار سان هن جي مهماني ڪيائين.

ٿورا گهڻا ڏينهن نبريا، تہ ڪانءُ چيس، "اي يار! هاڻي هن هنڌ ڪائي پيٽ جي ڪا شئي ڪاٻہ هٿ اچي نٿي سگهي، جيڪڏهن ڪا اچي ٿي تہ اها بہ گهڻي ڏاڪڙي سان، تنهنڪري مرضي اٿم، تہ هتان لڏي وڃي ڪنهن ٻئي هنڌ رهان؟"

هرڻ چيو، "اي دوست، ڏس واٺس ڪان اڪي ڪيٺ وڃي تو ٻئي هنڌ رهين. سياڻن جو ڪم آهي، تہ جيڪڏهن ڪنهن ٻئي مڪان ۾ رهڻ جي خواهش ڪن، تہ پهريائين نئون مڪان ڳولي هٿ ڪن، تنهن ڪان پوءِ اصلوڪي جاءِ ڇڏين، جي نہ تہ اتيئي ڏکيو سکيو پيا شان مانَ جي رات گذارين."

ڪانءُ چيو، "هڪڙو هنڌ منهنجو ڏٺل آهي، ۽ اتي رهڻ جو مون پنهنجي دل ۾ پڪو پَهہ ڪيو آهي."

ڪُتي پڇيس، "اهو ڪٿي آهي؟"

جواب ڏنائينس، تہ "ڪندڪارن جهنگ، جنهن منجهان ڪاويري ندي پنهنجو رستو وٺيو وهي ٿي، اتي مترڪ نالي ڪڇوُن، منهنجو قديم يار، ٻارهن ورهين کان ڏکندو آهي. جيڪڏهين آتي ان وٽ

وڃي سهڙندس ته جيڪي مون کي گهربو، سو هو موجود ڪري پيو ڏيندم."

تڏهن ڪُنئي چيس "جيڪڏهين تنهنجو هر وپرو اڃي اراد و ٿيو آهي، ته هي گهر ڇڏي وڃان، ته آءٌ به هيڪلو هتي ڪين ٽڪندس، توسان گڏجي هلندس، ڇاڪاڻ ته سياڻن چيو آهي، ته جنهن ملڪ ۾ قدردان ڏٺي، عالم دوست، عاقل ۽ دورانديش ۽ نياءُ ڪندڙ حاڪم، ۽ هوشيار طبيب نه آهن، اتي رهڻ نه گهرجي."

اڳي پڻ منهنجو جهونو يار، چترگريو، ڪبوترن جو بادشاهه هتان هليو ويو ۽ آءٌ هيڪلو ئي هتي رهجي ويس، تنهن کان پوءِ تون منهنجو يار ٿئين، سو تون به هاڻي وڃڻ جون وايون پيو ڪرين. پوءِ اهڙيءَ هيڪلائيءَ ۾ آءٌ ڪيئن گذاريندس؟ تنهنڪري جيڪڏهن تحقيق تون هتان وڃين ٿو، ته مون کي به ساڻ وٺي هل."

ڪانءَ هيءَ ڳالهه ٻڌي ڪُنئي کي به پاڻ سان وٺي اُن نديءَ تي آيو. ڪڇون ٻنهي کي پريؤن ايندو ڏسي گهڻو خوش ٿيو، ۽ ٿورو اڳڀرو وڌي ملاقات ڪري هنن کان خيرعافيت پڇيائين. ڪانءَ خيرعافيت ورائي، تڏهين ڪڇونءَ پڇيس، "هي پيو توسان گڏ ڪير آهي؟"

ڪانءَ ورائي ڏني "هي هرڻ ڪنو آهي، جنهن جي واڪاڻ، جيڪڏهن منهنجي هڪ- هڪ وار کي زبان هجي،

ته ٻه پوري ٿي نه سگهي." تڏهين ڪچونءَ اڳي ڪان
ٻه وڌيڪ اڪير سان، هنن کي ٻئي پيري پاڪر پاتو
۽ گهڻي خوشيءَ سان هنن کي آدر ڀاءُ ڪيائين ۽
پڇيائين، "خبر ڪريو يار و، توهان پنهنجي پراڻي جاءِ
ڇو ڇڏي، ۽ هتي وڏي جهنگ ۾ ڇو آيا آهيو؟"

هرڻ ڪٿي وراڻي ڏني "چند رنالي هڪڙي جبل
جي هيٺان چنپاپوري وسيءَ ۾، جتي گهڻو ڪري چوراڪرڻ
جوڳيءَ جي گهر ۾ آءٌ پنهنجو ٻير جوڙي رهندو هوس. آهو
جوڳي ڏهاڙي شهر مان ٻيک ڪري ڪچو پڪو ان
آڻي تنهن مان ڪي ڪجھه کائي باقي ڪوٺيءَ ۾
پچنڊيءَ تي رکندو هو. آءٌ پنهنجي ٻير مان منهن
ڪڍي اهو ڏسي ڇڏيندو هوس. پوءِ جڏهين وجھه ملندو
هوم، تڏهين جيڪي وٺندو هوم، سو آن مان کائي،
باقي هيڏانهن هوڏانهن هاري ويري ڇڏيندو هوس، ۽
ڪاڏي ٻه ڪين ويندو هوس. انهيءَ ريت پنهنجي
عمر جا ڏينهن پئي اتي ڪاٽيم. هڪڙي ڏينهن
چوراڪرڻ لٺ هٿ ۾ کڻي منهنجي ٻر تي ٺوڪڻ لڳو.

انهيءَ مهل هڪڙو بيناڪرڻ نالي جوڳي سندس
جهونو يار ٻه آتي آيو. پر هو لٺ ٺوڪڻ جي ڌيان ۾
اهڙو لڳي ويو هو، جو هن ڏانهن نهاريائين ٻه ڪين،
تڏهين بيناڪرڻ چيس "اي دوست! آءٌ تنهنجي ملاقات
لاءِ آيو آهيان، تون مون کي ڌيچارڻ لاءِ لٺ هٿ ۾
کنيو بيٺو آهين؟"

چوراڪرن جي جوءِ اهو حال ڏسي مڙس کي چيو ته "اڄ بيناڪرن کهڻ ڏينهن کان پوءِ آيو آهي، تنهن سان ته پهريائين گڏجو ۽ خبرچار ته هڪٻئي کي ڏيو وٺو."

تڏهين چوراڪرن چيو، ته هن پر ۾ هڪڙو ڪٺو آهي، جو جيڪا کائڻ پيئڻ جي شئي پڇنديءَ تسي رکان ٿو، سا اڌو ڏيو کائي، باقي ڪُرو مُرو ڪيو ڇڏي."

اها ڳالهه ٻڌي بيناڪرن پڇيو، ته اها پڇندي ڪٿي آهي؟"

تڏهين هن کي وٺي وڃي اها پڇندي ڏيکاريائين، اها پڇندي ڏسندي ئي بيناڪرن چيو ته "هيءَ ايترو مٿي آهي، جو ٻليءَ جي به جاءِ نه آهي جو هن تي چڙهي، پوءِ ڪُٺي جو ڇا وت آهي، جو هن تي اڌو ڏيندو هوندو! پر شايد ڪُٺي وٽ ٻِر ۾ ڪا ماليات ٿي ڏسجي، جنهن جي زور تي ايترو ڪُڏي ٿو."

نيٺ ٻنهي جوڳين پنهنجي پنهنجي ڪيسي مان اچيءَ مٽيءَ جي مُٺ پري ڪئي، ۽ ان سان ڌرتيءَ تي ليڪا ڪڍي نجوميءَ وانگي ويهي جاچيو، ۽ معلوم ڪيائون ته درست هن ڪُٺي جي ٻِر ۾ ڌن لڪل آهي، جنهن جي زور تي هي ٽينگ ٽپا پيو ڏئي، ڇو ته انهيءَ زور کان سواءِ جسمي زور ته ڪُٺي ۾ ذرو به ڪونهي!"

ائين سمجهي، ڪوڏر هٿ ۾ کڻي، اچي منهنجي ٻر کي کوٽڻ ويٺا، ۽ جيڪو ڌن لڪل هو، سو ڪڍي

هٿ ڪيائون. اِهو سڀ ڏن منهنجو ۽ منهنجي وڏن جو ميڙيل هو، نيٺ جڏهن ڏٺم، ته منهنجي سڄيءَ عمر جي ميڙي چونڊي اُئين لٽجي ويئي، تڏهن ٻٽ سموري سگهه سار ڇڏي ڏني. پر اڃا ٻه ڪي چار ڏينهن عمر جا هئا، جو اڄ تائين تڪيندو پيو اچان. هڪڙي پاسي مال ڦرجي ويم، ٻئي پاسي جوڳين جي مهڻن ساڙيم، تنهنڪري آها جاءِ ئي ڇڏي ڏنيم."

تڏهين ڪڇوُنءَ پڇيس "هنن توکي ڪهڙا مهڻا ٿي ڏنا؟" جواب ڏنائين، "چيائون ٿي، جيڪڏهين هيترو مال ڪنهن سگر وٽ هجي ها، ته هو هوند ايترو ڪنجوس ۽ پرائي مال جو تاڪائو نه ٿئي ها؛ پر هن مورک ۽ ڏاهريءَ ڪُئي پنهنجو زور ستتئي ظاهر ڪري وڌو. سياڻا چئي ويا آهن، ته جيڪو ڏاڙو هٿي مال ڪٺو ڪري، يا جيڪو پنهنجن ٻارن جي پورهيي سان ڪمائي گڏ ڪري، سو جيڪڏهين نڪي پاڻ کائي، ۽ نڪي ٻئي کي کارائي؛ نڪي پنهنجي هٿ سان ڏئي، نڪي ٻئي کان ڏيارائي؛ تنهن جي گڏ ڪرڻ جي محنت اجائي ٿي وڃي، ۽ ان کي شوم ۽ ڪمبخت ڪري ڪوٺبو آهي؛ ۽ انهيءَ جو صبح جي وقت نالو ٻه نه ڳنهبو آهي. پر جي نالو وٺڻ ۾ اچي، ته ان جي نالي سان سوين جٺيون ٿينديون آهن."

۽ اهڙا ٻيا ٻه ڳهٽا طعنا هڻي، منهنجو جيءُ اهڙو جلائي ڇڏيائون جو آءٌ هڪڙو دم ٻه، وڌيڪ اتي ٽڪي نه سگهيس."

تڏهين ڪچُوئنءَ چيس، "اي يار! چڱو ٿيو، جو اِها ماليات تنهنجي هٿن مان ڪسجي ويئي، نه ته جيڪر انهيءَ لاءِ توکي پنهنجو ساهه ڏيڻو پوي ها. شڪر ڪر، ته ٿورڙي ئي ۾ ڇٽو آهين. حياتي آهي، ته ڌن گهڻوئي ٿي پوندو، ۽ ياد رکج، ته ڌنو ٻنو آهي! جنهن وٽ ڌن هوندو، ۽ ان مان خرچ ذرو به نه ڪندو، تنهن سان حال اهڙو ٿيندو، جهڙو توسان ٿيو آهي."

تڏهن هرڻ چيو، ته "هنن جوڳين مون کي مهڻا ڏيڻ ۾ ڪا گهٽتائي ڪانه ڪئي هئي، جو تون ته هاڻي پورائي ڪرين! توکي سڌ نه آهي ڇا، ته پئسي وارو جتي وڃي تتي جي اڻ سيڌوئي هجي، ته به آدر ڀاءُ لهي ٿو؟ ۽ سڄو سگهڙ، جيتوڻي ڄاڻ پڇاڻ وارو هجي، ته به پڇيس ئي ڪونه! پئسو اهڙي ته چڱي شئي آهي، جنهن جي ميڙڻ لاءِ سڀڪو رات ڏينهن مٿا پيو هڻي؛ ۽ مڙندو ڪيئن، جي رکو پکو اوهان جي چوڻ پٽاندر هڙ چوڙي ويهي؟ جي پئسي ميڙڻ جي چوس رکبي، ته هڪڙي پاسي خرچ گهٽائبو، ٻئي پاسي پڪي ڪِنجُ ڏبي. دنيا ۾ ڌن جهڙي ٻي ڪابه پياري شئي نه آهي؛ ماءُ پيءُ جهڙوئي چئبو، بلڪ آن ڪان به وڌيڪ ڇاڪاڻ ته ڌن ڪان سواءِ ڪو به مطلب پورو ٿي نٿو سگهي. نيٺ، اي دوست! جڏهن ڏٺم، ته منهنجو مال متاع سڀ جوڳي کڻي هڙ ٻالهو ڪري ويا، تڏهن

اتي وڏيڪ نڪڻ مناسب نہ ڄاڻي، نڪري وڃي هڪڙي جهنگ ۾ ٽيس.

جيتوڻي سياڻن چيو آهي تہ انسان کي ٽي ڳالهيون لڪائڻ گهرجن: (١) پنهنجي ڌن جي هاڃ، (٢) پنهنجي زال جي بدچالي، (٣) پنهنجي دل جي ڳڻتي؛ تڏهن بہ اوهين منهنجا حاليائي آهيو، تنهنڪري اوهان کان ذرو بہ ڪجهو ڪين رکيو اٿم. هاڻي شڪر ڪرتار جو، جنهن تو جهڙي يار سان آڻي ملايو اٿم. سچ آهي تہ هيءُ جڳتر ڏک جو گهر آهي، پر ايشور جنهن تي ٻاجهہ ڪري ٿو، تنهن کي هي پنج ڳالهيون پراپت ٿين ٿيون: (١) علم جو واڌارو، (٢) ڀڳونت جي بندگي، (٣) دل جو سوجهرو، (٤) سچائي، (٥) چڱن سان پريت، تنهنڪري آءٌ نياڻن جو ڪين جي ظلم کان ڪو دلگير نہ آهيان. سرسلامت رهيو، ۽ تو دوست جي ملاقات ٿي، تہ ڌن ڪهڙي شئي آهي. مايا تي ڪهڙو ڀروسو آهي، سچ ۾ ٻاچا، ڪڏهين اچي پيئي، ڪڏهين وڃي پيئي."

تڏهين ڪڇوُنءَ چيو، تہ "اي ادا! جيڪو پنهنجي ڌن مان خيرات ڪندو آهي؛ تنهن جو ڌن ڪٽندو ئي ڪين آهي. پر جيڪڏهين خرچ ۽ خيرات ڪندوئي ڪين، رکو ويندو ميڙيندو، تہ جيئن پاڻيءَ جو ميڙ غلبو ڪري، ڪهڙو بہ مضبوط بند هجي تہ ان کي گهارو وجهي، چوڌر مان نڪري ٻاهر پوندو آهي،

تيئن ڏن ۾ جمع ٿين کان پوءِ جُملھ ڪري ميڙيندڙ جي هٿان نڪري ٻئي جي ور وڃي چڙهي ٿو.

تنهنڪري اي دوست! شوم شاهوڪار پنهنجي ڏن جو رکو واهي آهي ۽ نہ مالڪ. اهڙي شوم کان بيگاري ڀلو آهي، جنهن کي ٿورو توڙي گهڻو ملي ٿو، سو آئي پنهنجي ٻچن سان ونڊي کائي، ٻي اونو ٿي نہ ڪري ٿو. بخيل شاهوڪار رات ڏينهن پنهنجي ڏن جي موهہ ۾ ڦاٿل رهي ٿو، ۽ انئي پهر اهو ڊپ اٿس تہ متان ڪو ٻئسن جي لالچ تي مون کي ماري وجهي. پر تو جيڪس هن لوڀيءَ گدڙ جي ڳالهہ نہ ٻڌي آهي؟"

تڏهين هراڪ پڇيو، تہ "اها ڳالهہ ڪيئن آهي؟"

## ۵- لوڀي گدڙ ۽ ڪمان جو زهہ

ڪچوڻءَ چوڻ لڳو، "ماڻڪپور نالي هڪڙو شهر هو، تنهن ۾ پرمان نالي هڪڙو حاڪم رهندو هو. هڪڙي ڏينهن اهو حاڪم گهوڙي تي چڙهي، ڪنهن جهنگ ۾ شڪار جي ڪولا لاءِ ويو، ۽ ويندي شرط هرڻ ڏٺائين، تنهن کي ڏهہ پهہ گهوڙي تان لهي سيگ سنئين ڪري، نشان چٽي تير ڪشيائين. هرڻ تير لڳندي ڪيري پيو، تنهن کي هو حاڪم ڪلهي تي کڻي گهوڙي ڏانهن هليو. انهي وچ ۾ جان ڏسي، تہ هڪڙو سوئر ٻہ هليو ٿو وڃي. تڏهن هرڻ کي ڪلهي

تان لاهي پٽ تي رکي هري هري ڪري سوئر ڏانهن وڌيو. جڏهن ويجهو پيس، تڏهن ڪشي هڪڙو تير هن کي ٻه هڻي ڪيرايائين. سوئر ٻه گهور ڪري موٽ کائي، آن حاڪم کي يڪدم جهلي ماري وڌو ۽ پاڻ ٻه آتي جو آتي مري ويو.

ٿوري ويرم کان پوءِ هڪڙو لوڌي گدڙ آتي آيو، ۽ هيترو مارو شڪار ڏسي سرهو ٿي دل ۾ چوڻ لڳو ته اجوڪي ڏينهن جيترو شڪار اڳي ڪڏهن ٻه ڪو نه هٿ لڳم، هاڻي گهٽائي ڏينهن پيو کائيندس ۽ ڪباب لاءِ ٻه چڱو چڱو گوشت چونڊي سڪائي رکندس. اهو ويچار ڪري پهريائين ڪمان جي زه کي چٻاڙڻ لڳو. ڪمان ته هڻي چڙهيل، جهڙو اچا زه ۾ چڪ هنيائين، تهڙو ڪمان جو گوشو زور سان اٿلي، سندس ڇاتيءَ ۾ وڃي لڳو ۽ پاڻ اتي ئي ڪري ساهه ڏنائين.

هاڻي ڏس، ته جيڪڏهن گدڙ ايتري ڪنجوسي نه ڪري ها، ۽ گوشت کي اڳتي لاءِ آڏو ڪري زه ۾ وات نه وجهي ها، ته جيڪر ڇو ائين مري ها؟ تنهنڪري ڌن ميڙڻ واري کي گهرجي، ته ٿورو بچائي، پيو سڀ کائي ۽ خيرات ڪري. پر هاڻي گذريل ڳالهه تي ارمان ڪائي اجايو آهي؛ جيڪڏهن وچايل ڌن کي ڪڙهندين، ته شايد ان ڏک ۾ مري ويندين، ۽ خلق ٻه پاڻ تان کلائيندين، تنهنڪري ارمان ڪرڻ ڪاڻ. جيءُ سرسلامت آهي ته ڌن ججهو ئي پيو هوندو.

ڏک ڪرڻ مان ڪي ڪين ونيندا ين، الله و پنهنجو ماس ٻارينديا ين. وچاڙل ڏن ڪي اهڙو سمجهه، جهڙو ڪپيل وار، يا نُنهن، يا ڏند کي سمجهو آهي. هڪڙي پروردگار کي ياد ڪر، جو سڀڪنهن کي روزي ڏيندڙ آهي. ڏس ته سهي، ته ٻار اجا ماءُ جي پيٽ ۾ ئي آهي، ته ان لاءِ قوت اڳيئي تو تيار ڪري، تنهن ۾ هي گهر پنهنجو ڪري چاڻ ۽ اتي ئي گذار.

لگهپتنگ ڪانءُ هي ٻالهيون ٻڌي سرهو ٿي ڪڇوُنءَ جي واکاڻ ڪرڻ لڳو ۽ چيائين ته "جهڙي طرح هاٿيءَ کي ڏئي مان هاٿي ڪيندو آهي، تهڙي طرح هن خاندان (هرڻڪ) ڪئي کي تنهنجا ئي هٿ نصيب ٿيندا."

اهي ٻالهيون ڪري ڪانءُ، ڪڇوُن ۽ ڪئو، ٽيئي يار پاڻ ۾ گڏجي هڪ هنڌ گذارڻ لڳا. هڪڙي ڏينهن چيا ڏسن، ته ڪو هرڻ ڏانهن ڊوڙندو ٿو اچي، تنهن کي ڏسي ٽيئي آئي پڳا. ڪڇوُن درياهه ۾ گهڙي ويو، ڪئو ٻير ۾ پيهي ويو، ۽ ڪانءُ اڏامي وڻ تي وڃي ويٺو. نيٺ جڏهن ڏٺائون، ته هرڻ جي پٺيان ڪاٻه پهر ڪانه ٿي اچي، تڏهن ڪانءُ هڪل ڪئي، جنهن تي ٽيئي يار اچي گڏ ٿيا. پوءِ هرڻ کان پڇيائون ته "تنهنجي پٺيان ته ڪوبه ڪونه ٿو ڏسجي، تون ڇاڪاڻ سهڪندو ٿو اچين؟"

هن جواب ڏنو، "مون کي ڪن شڪارين اچي ورايو هو، تن جي ڊپ کان ڀڳو آهيان. هاڻي منهنجو ارادو آهي، ته باقي عمر جا چار ڏينهن اوهان جي سنگت ۾ گذاريان؟"

تڏهن ڪڇوڻ ڪنئي ڏي نهارڻ لڳو. ڪنئي چيو، "هاڻي جي تون ڊڄي اسان وٽ ڀڄي آيو آهين، ته خاطر جمع ڪر. اسين سڀ پاڻ ۾ نيڪ توڙي بد ۾ هڪٻئي جا ساٿي آهيون؟"

اها ڳالهه ٻڌي هرڻ گهڻو خوش ٿيو ۽ اچي وڻ هيٺ يارن سان گڏجي ويٺو. تڏهن ڪڇوڻ پڇيس، "اي يار! آهي شڪاري ڪير هئا ۽ ڏٺئين ڪٿي؟"

هن وراڻي ڏني، "اهي راجا جا پٽ ملڪ جا حاڪم آهن، ۽ پنهنجي لشڪر سوڌو پاڳيرتي نديءَ جي ڪنڌيءَ تي اچي لٿا آهن. جي مون ٻڌو ته سڀاڻي هن تلاءَ ۾ مڇيءَ جو شڪار ڪرڻ ايندا."

اها ڳالهه ٻڌندي ئي ڪڇوڻ کي اچي ڊپ ورتو، ۽ چوڻ لڳو، ته سڀاڻي جي اچي مڇيون سڀ ماري کڻيو ٿا وڃن، ته منهنجو هن تلاءَ ۾ گذران ڪيئن ٿي سگهندو؟ شايد آءٌ بک جي وگهي مري ويندس؛ تنهنڪري چونه وڃي ڪو ٻيو تلاءُ وسايان؟"

ڪانءُ ۽ هرڻ کي اها ڳالهه وڻي، پر هرڻ ڪجهه خيال ڪري چيو ته "خشڪيءَ تان هلڻ هن کي ڏاڍو اڻانگو لڳندو، تنهن ۾ جيڪڏهن ٽرڻ جي واٽ

مليس ته چگو، نه ته اهڙو پڇتائيندو، جهڙو هن هاٿيءَ
گدڙ جي ڏول ۾ ڦاسي پڇتايو هو.

تڏهن هنن پڇيو ته "آها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

## ٦- هاٿي ۽ گدڙ

هرڻڪ چيو "ٻڌو اٿم ته ڊنڊڪارڻ نالي هڪڙو
جهنگ آهي، تنهن ۾ دولتلڪ هڪڙو مست هاٿي
رهندو هو. اُن کي ڏسي، ڪن گدڙن هيءُ پهه ڪيو،
ته هن سان ڪو ڏول ڪري، سندس ماس مان ٻن-ٽن
مهينن تائين پيٽ ڪائجي.

تڏهين انهن مان هڪڙي گدڙ چيو، "اي يارو!
توهين چتا آهيو، آءٌ هن هاٿيءَ کي پاڻيهي سياڻپ
سان ماريندس."

اٿين چئي ڏهه پهه اُٿي هليو. جڏهين هاٿيءَ وٽ آيو،
تڏهين سلام ڪري پريؤن ادب سان بيهي رهيو. هن
پڇيس "تون ڪير آهين، ۽ ڪٿان تو اچين؟"

عرض ڪيائين ته "مون کي گدڙن ۽ ٻين مرن جي
بادشاهن توهان جي خدمت ۾ موڪليو آهي، ۽ نياپو
ڏنو اٿن، ته اسان جي مرضي آهي ته توهان کي هن
جهنگ جو شهنشاهه ڪريون، سو جيڪڏهن اوهان کي
قبول هجي، ته دير نه ڪريو. اُٿي هلو، سڀ بادشاهه
جانورن سوڌا توهان لاءِ منتظر ويٺا آهن."

هاٿي هيءَ ڳالھ، ٻڌي ٻوڏ ۾ اچي آئي هليو. گدڙ حرفت ويڙهائي ڏنڊ جي واٽ ورتي، جتان گهٽي ڏيڻ هٺي ۽ پنهنجي بدن جي هلڪائيءَ جي سبب اڙونگڙو ڏيڻ تان لنگهي وڃي پار بيٺو. پوءِ هاٿيءَ کي سڏ ڪري چيائين "هاٿي توهين نڪ سامهون هليا اچو، پاڻي بلڪل ننڍو آهي."

هاٿي ته تمام ڳورو هو، سو جهڙي هن پير رکيو، تهڙو ڏيڻ ۾ کپي پيو. تڏهن ٻچڻ لڳو، "اي سنگتي! هاٿي ڪيئن ڪريان؟"

گدڙ چيس، ته "هاٿي منهنجي پڇ کي ڇڪي جهليو، ته آءٌ توهان کي انهيءَ ڏنڊ مان ڪڍي وٺان."

تڏهن هاٿيءَ چيو، "اي نادان! تنهنجي ڪا هتي جاءِ آهي، جو مون کي ڪڍندين؟"

گدڙ چيو "سائين جيڪڏهين حڪم ڪري، ته آءٌ ٻين گدڙن کي ٻه گهرائي وٺان؟"

پوءِ جيئن ٻڌندو ماڻهو ٻوڙا جهلي، تيئن هاٿي ٻه اهڙو اچي ڦاٿو ۽ ورتو جو چيائين، "چڱو ٻيلا، سڏي وٺين."

گدڙ ڊوڙي هنن سڀني کي وٺي آيو ۽ پاڻ هاٿيءَ جي سامهون ٻيهي ٻين کي چيائين ته ٻنيان ٻيهي چڪ هڻي ماس کائوس.

"تنهن ۾،" هرڻ چيو، "جيڪڏهن ڪڇون سگهيءَ جي وات هلندو، ته جيئن هاڻي ڏهڻ مان هلي پشيمان ٿيو هو، تيئن هي به ٿيندو."

پر ڪڇونءَ جي دل کي اهڙي پڪتا اچي ورتو هو، جو هرڻ جو چوڻ پڌو اٿڻو ڪري، هرڻ ۽ ڪانءَ جي صلاح وٺي، آهو تلاءَ ڇڏي اٿي هليو. ۽ ڪانءَ ۽ هرڻ ۽ ڪئو ٽيئي سندس پٺيان لڳا.

اڃا ڪوهه کن پنڌ جو مس ڪيائون، ته وات تي ڇا ٿا ڏسن، جو هڪڙو شڪاري تيرڪمان هٿ ۾ کنيو ٿو اچي. تڏهن هرڪو اٿي ڀڳو؛ هرڻ ڀڄي ويو جهنگ ۾، ڪئو ٻر ڏسي اُن ۾ پيهي ويو، ڪانءَ وڻ تي وڃي ويٺو؛ باقي رهيو ڪڇون، تنهن کي سگهيءَ تي پڄڻ جي واهه ئي ڪانه ملي، ۽ هو اٿي جو اتي رهجي ويو. شڪاري اُن کي جهلي، هٿ پير ٻڌي ڪمان جي ڪوشي ۾ لٽڪائي، ڪلهي تي رکي اٿي گهر ڏي هليو.

جڏهن ٽنهي يارن ڏٺو ته مار! ويچارو ڪڇون جهلجي پيو، تڏهين ٻيئي روئڻ پٽڻ لڳا. ڪئو چيو، "اي يارو! مون ته اوهان کي اڳي ئي ٻڌايو هو، ته خشڪيءَ تان شال ۾ ڪڇونءَ جي سلامتي نه آهي. هاڻي ڳتيءَ ۾ فڪر مان ڇا ورندو. بهتر آهي ته

ڪا تجويز ڪريو، جنهنڪري ويچاري ڪڇوُنءَ جو ڇوٽڪارو ٿئي."

ڪانءَ ۽ هرڻ چيو، "اي هرڻڪ! تنهنجي تجويز ڏاڍا ڻ اسان کي ته هن جو جتڻ ڏکيو پيو ڏسڻ ۾ اچي."

تڏهين ڪئي چيو، "اي هرڻ! ٿورو اڳڀرو هلي، جتي تلاءُ ڏسين، تتي منڊڪائي بيهي رهج؛ پوءِ جڏهن ڏسين ته شڪاري تير ڪنيو تنهنجي پٺيان اچي ٿو، تڏهن پهريائين هري هري منڊڪائي وڪ کڻج، پوءِ اٿي تکو ڀڄج." هرڻ هي ڳالهه قبول ڪئي.

جڏهن هو شخص ڪڇوُنءَ کي ڪلهي تي کڻي تلاءَ وٽ آيو تڏهن پريان ڏٺائين ته هڪڙو منڊو هرڻ هليو ٿو وڃي؛ ۽ رکنديئي ڪڇوُنءَ کي پٽ تي، اٿي هرڻ جي پٺيان پيو. ٿورو پرڀرو ٿيو ته ڪئي پٺيان اچي ڪڇوُنءَ جي نوڙي ڪتري هرڻ کي سڏ ڪري چيو، ته "اي هرڻ! ڪڇون صحيح سلامت پاڻيءَ ۾ وڃي پهتو؛ هاڻي ڀڄي هجيئي، ته ڀڄ."

اهو پڙلاءُ ڪن تي پوڻ شرط هرڻ اٿي ڀڳو ۽ شڪاري نراس ٿي پٽ تي موٽيو. جانچي ڏسي، ته مارا! ڪڇون نہ ڪونهي، تڏهين پشيمان ٿي چيائين ته سچ چيو اٿن "جو اڌ کي ڇڏي سڄيءَ

ڏي ڏکي، تنهن کي سچي ته نه ملي، پر ان اڏ
کي به سکي.“

نيٺ ارمان کائيندو کائيندو هليو ويو ۽ هو چارئي
يار ان مڪان کي سيا کو سمجهي اتي گذارڻ لڳا.

جڏهن وشن شرما پنڊت جي ڳالهه پوري ڪئي،
تڏهين راجا جا پٽ ڏاڍيءَ خوشيءَ سان هن جا
شڪرگذار ۽ احسانمند ٿيا.

---

# باب ٻيو

## [دوستن جي وچ ۾ وڇوڙي پوڻ بابت]

### (۷) ٻہ ڍڳا، ٻہ گدڙ ۽ هڪڙو شينهن

پنڊت چيو تہ "چندر پور شهر ۾ ياڳيريو نالي هڪڙو شاهوڪار رهندو هو، اهو جڏهن ڪڏهن پاڻ کان ڪو وڌيڪ دنيادار ڏسندو هو، تڏهن پاڻ کي ڪنٽل سمجهي، دل ۾ هيءُ ويچار ڪندو هو تہ ڪنهن پاسي نڪري وڃي واپار ڪريان، ڇوتہ سياڻن چيو آهي، تہ گهر ويٺي ڏن نٿو ملي." ۽ هيءَ دنيا ۾ هاڻي اهڙي اندي تي پيئي آهي، جو نڪي ڏسي ذات نڪي ڏسي ڪذات: "ان پلي، ذات پلي"، جنهن وٽ چار ڏوڪڙ آهن، تنهن کي سڀڪو پيو آدرڀاءُ ڪري، تنهنڪري ڪي چار پئسا هٿ ڪريان تہ چڱو."

اهو خيال ڪري، هو شاهوڪار بازار مان ٻہ ڍڳا ڳنهي آيو، تن منجهان هڪڙي جو نالو رکيائين سنجوڪ ۽ ٻئي جو نندوڪ. ائين بندوبست ڪري هر قسم جا جواهر، ۽ طرحين طرحين جا زري زربفت خرزينن ۾ ڀري انهن ٻنهي ڍڳن تي لڏي ڪشمير ڏي اٿي هليو."

اڃا اٽڪل ويهہ-ايڪيهہ منزلون مس ڪيائين، تہ هڪڙي هنڌ سنجوڪ ڍڳي جي ٽنگ ٽاهڙ جي ضربجي

پيئي ۽ هو هلڻ کان ڇُٽڪي پيو. تڏهن هن سوداگر کي البت ويچار ٿيو، ۽ چيائين ته هيءَ منهنجي ڇريائي ڇٻي، جو مايا ميڙڻ واسطي ڪاهي ٻاهر نڪتو آهيان. جيڪي قسمت ۾ لکيل هوندو، سو اوس ملندو، اندر گذاربو ته ڇا، جي ٻاهر گذاربو ته ڇا! وري اها ڳٽي اچي لڳيس، ته هاڻي هيءُ مال ۽ اسباب هتان ڪڍيءَ ريت نيان. انهيءَ ويچار ۾ ٻه-ٽي ڏينهن جهنگ ۾ پئجي ويس.

نيٺ اوچتو هڪڙي ڏينهن ڪي سوداگر مال وڪڻي، خالي ڏگا وٺي اچي اتي نڪتا، تن کي ڏسي هن روئي وجي پنهنجو سربستو حال ٻڌايو. سوداگرن کي هن غريب واپاريءَ تي ڪهل آئي ۽ پنهنجن ڏڳن مان هڪڙو جوڙي ڪري ڏنائونس. هيءُ ان تي خرزين لڏي سنجوڳ کي ڇڏي پنهنجي واٽ وٺي هليو ويو.

سنجوڳ ٻه-ٽي مهينا جيڪ ڇڙيل، نه نڪ ۾ نٿ نه پيرن ۾ نوڙي، وتيو خوب چرندو ۽ کائيندو، سرسبز وسڻ جهڙا ساوا گاهه، جي ڪنهن سُڃي ۾ مس ڏٺا هوندا، سو ٿورڙي ڏينهن ۾ اهڙو متارو ٿيو، جو سڃاڻڻ ۾ نه پئي آيو.

هڪڙي ڏينهن نديءَ جي ڪنڌيءَ تي بيٺي چَريائين ته هڪڙو شينهن، ان جهنگ جو بادشاهه، ٻه اچي آتي پاڻي پيئڻ واسطي پرگهٽيو. سنجوڳ هن کي

ڏسي مستيءَ ۾ اچي ڪُڏڻ ۽ سڱن سان زمين کوٽڻ
لڳو، ۽ جيئن آيو گجي، تيئن رنڀڻ شروع ڪيائين.
شينهن هيءُ روبڪار ڏسي ڏڄي اٿي ڀڳو ۽ اچي
پنهنجي چُر ۾ ليڪو، ۽ دل ۾ چيائين، ته اڄ ڀڳوان
ڪٿي بچايو اٿم. مون به هيترا ڏينهن هن جهنگ ۾
بادشاهي ڪئي، پر اهڙي هيبتناڪ بلا ڪڏهن به
ڪانه ڏٺيم!

انهيءَ فڪر ۾ ويٺو هو، ته دوتڪ ۽ ڪرتڪ
گدڙن، جي ڪن ڏينهن کان اڳي سندس وزير هئا،
پر ڪنهن سبب ڪري وٽانئس موقوف ٿي نڪتا هئا،
شينهن کي پاڻي نه پيئندو ۽ اڃايل ٿي موٽي ويندو
ڏسي، پاڻ ۾ صلاح ڪئي، ته ڇونه هلي شينهن کان
سُڌ سماءُ لهون، ته ڇاڪاڻ ائين اڃايل ٿي موٽيو، ۽
ڇاڪاڻ اداس ٿيو آهي. امڪان آهي ته انهيءَ ڳالهه
۾ هو خوش ٿيندو، ۽ اسان کي موٽي ڪيئن به ڪري
ساڳيا عهدا آڇيندو.

ڪرتڪ چيو، "ڪيترا ڏينهن گذري ويا آهن،
جو اسين هن وٽان موقوف ٿي نڪتا آهيون، پوءِ
اسان کي ڪهڙي ڳتي پيئي آهي، جو هن وٽ هلون؟
هو ڄاڻي، هن جو ڪم ڄاڻي. ۽ چيو اٿن ته "جنهن
جي وات نه وڃجي، تنهن جو پنڌ به نه پڇجي." ڀڳوان
اسان کي بنان منٿ بنان محتاجيءَ پيو سڪيو سهنجو هلائي،
پوءِ ڇاڪاڻ هلي هن جي ڪاڻ ڪڍون؟ هن جي

نوڪري ڪرڻ، تہ هاٿي پاڻ کي مور ڪين ٿي
آڇهي، ۽ جو شخص مرضي نہ رکي، تنهن جي نوڪري
ڪرڻ تہ نسوري مورکائي آهي، ڇالاء تہ پنهنجيء
دل جهڙو بادشاهہ ڪو ڪونهي، تڏهن پوء ڇو ان
کي ناراض رکي، ٿوروڙيء ڳالهہ واسطي وڃي ٻئي
جي غرضا ڪجي؟ تنهن کان سواء نوڪريءَ ۾
پنهنجو ذرو بہ وس نٿو هلي: سردي توڙي گرمي-
مينهن توڙي جهڙ-جهنگ توڙي پٽ-آهي سڀ
نوڪرن کي ڏسڻا ٿا پون. ۽ جيتري پنهنجي ڌڻيءَ
جي ڪاڻ ڪڍٺي ٿي پوي، اوتري هوند ڀڳوان جي
ڪجي، تہ ملائڪن جي درجي کي پهچي وڃجي.
پيو تہ نوڪري جيتري ٿي جنجال آهي، ڇاڪاڻ تہ
جيڪڏهن ڌڻي نوڪر کي حڪم ڏئي تہ فلاڻي هنڌ
وڃ، پوء توڻي اُن رستي تي مارجڻ جو ڊپ هجي،
تہ بہ هو لاچار هليو وڃي ٿو.

دوتڪ چيو، "اي يار! جيستائين نوڪري نہ ڪبي،
تيستائين ڪٿان مرتبو ملندو، ڪٿان هاٿي ۽ گهوڙا
ٿيندا، ۽ ڪٿان نالو نڪرندو، ۽ اسان ڪيترا ڏينهن
هن شينهن جو نمڪ کاڌو آهي، تنهنڪري گهرجي
تہ هلي هن کان حال احوال پڇون."

ڪرتڪ چيو تہ منهنجي صلاح نہ آهي تہ ڪي
اڻ ڪيرتيا وٽس هلون، يا بنان پڇيءَ ڪي هلي ڇٺونس،
ڇوتہ اهو ڪم هاٿي پين جو آهي. جي اسين ان ۾

هٿ وجهنداسون، ته اسان سان به حال اهڙو ٿيندو، جهڙو هن پولڙي سان ٿيو هو."

دوتڪ پڇيو ته 'اها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

## ۸- پولڙو ۽ ڪارائي

ڪرتڪ چيو، "مون ٻڌو آهي، ته مدن ڏرم نالي هڪڙو جهنگ آهي، تنهن ۾ هڪڙي وادي ٻيٺي ڪا آپي ڪاٺي چيري؛ ۽ چير يندي جڏهن ڪارائي ٿي اٽڪي، تڏهن اڳيان چير ڪيڏي پٺيان ڏيئي؛ وري ٿي چيرڻ لڳو.

اهو حال هڪڙي پولڙي آتي وڻ تان ويئي ڏٺو؛ اوچتو وادي کي اچي آچ ڪنيو، سو جيتري ۾ ٽلاءَ تان پاڻي پيئڻ ويو، تيتري ۾ پولڙو وڻ تان لهي اچي ان ڪاٺيءَ تي ويٺو؛ ۽ جهڙيءَ ريت وادي کي چير ڪيڏندي ۽ وجهندي ڏٺي هئائين، تهڙيءَ ريت پاڻ به ڪرڻ لڳو. هن جي ائين ڪندي چير آنڙي ويئي، ۽ پاڻ ڪاٺ جي ٻن ڦاڪن ۾ ڦاسي چيچي مئو.

تنهن ۾، اي يارا ٻئي جي ڪم ۾ هٿ وجهڻ سان انلندو چيهو پائجي ٿو. تنهن کان سواءِ اڄ شينهن وٽ امير امراءَ اچي ڪڏ ٿيا آهن، سي پاڻ کي آيو ڏسي سرها ڪين ٿيندا، انلندو پاڻ کي اتان لوڏائڻ لاءِ تجويزون ڪندا."

تڏهن دوتڪ چيو، ”ادا، شينهن اسان جو آڳاٽو ڏڻي آهي، تنهن وٽ اسان کي لازم آهي ته ري ڪوٺيو هلي، جيڪا خدمت پڇي سگهيئون، تنهن ۾ ڪين گهٽايون.“

ڪرتڪ چيو ”اي پيارا يارا جيڪو پنهنجو ڪم ڦٽو ڪري ٻئي جي ڪم ۾ ٽپي پوندو، تنهن کي اهڙو ڦل حاصل ٿيندو، جهڙو هن گڏهه کي ٿيو هو.“ تڏهن دوتڪ پڇيو ته ”آها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

## ٩- گڏهه، ڪتو ۽ ڪنٽي

ڪرتڪ چيو، ”ٻڌو اٿم، ته گنگا نديءَ جي ڪنڌي تي بنارس نالي هڪڙو شهر آهي، ان ۾ هڪڙو جوان ۽ شاهوڪار ڪنٽي رهندو هو. هڪڙيءَ رات مٺيءَ ننڊ ۾ سگهرو سمهيو پيو هو، ته اوچتو چور سندس گهر ۾ اچي گهڙيا. گڏهه سندس اڱڻ ۾ ٻڌو بيٺو هو، تنهن سان لڳولڳ هڪڙو ڪتو پڻ ويٺو هو. تڏهين گڏهه چيو ”ڙي ڪتا! اسان جي ڏڻيءَ جي گهر ۾ چور گهڙيا آهن، تون ٿورو ڀونڪ ته مالڪ جاڳن.“

ڪتي چيو، ”ڙي گڏهه! تون منهنجي ڪم ۾ هٿ نه وجهه. توکي ڪهڙي خبر ته هن ڏڻيءَ وٽ منهنجو ڪيترو مان آهي. جيستائين هن کي ڪٿهو نه پهچندو، تيستائين هو منهنجو قدر ڪين سڃاڻندو.“

تڏهين گڏهه چيو، ”اي ڪتا! جيڪو پنهنجي ڏڻيءَ جي حاجت ڪان نٽائي ٿو، سو گلارو ٿئي ٿو.“

ڪتي چيس، ”جيڪڏهين منهنجي ڪم ۾ دخل ڪندين ته ڏسجانءِ ڪري ته منهنجي مات توکي ڪيئن ٿي ماري.“

پر گڏهه هن جي ڳالهه ٻڌي اڻٻڌي ڪري، پڇاڙي چنائي، جتي سندس ڌڻي مکهرو سمهيو پيو هو، آتي وڃي هينگڻ لڳو. هو جو ننڊ مان ڇرڪ ماري جاڳيو، تنهن ڪاوڙجي ڏڪو کڻي گڏهه کي اهڙو هنيو، جو او اُتي مري پيو.

تڏهن دوتڪ چيو ”اي ڪرتڪ! تون چاٿين ڪين ٿو ڇا، ته جڏهن اسين شينهن جي پٺيان گهمندا ڦرندا هئاسون، تڏهن ڪيتري ساري اوبر کائڻ واسطي ملندي هئيسون؟ تنهن کان سواءِ حاڪمن اڳيان گذارڻ ڪري ڪيترا پنهنجا پراوا ڪم درست ٿيو پون. دوستن سان ته ڀلائي ڪري سگهبي آهي، پر دشمن سان جي برائي ڪرڻي هوندي آهي، ته آها به ڪري سگهبي آهي.“

تڏهن ڪرتڪ چيو، ”اي دوتڪ! شينهن ڪيترن ڏينهن کان ڪڪ ٿي اسان کي پنهنجي ڪچهريءَ مان ڪڍي ڇڏيو آهي، ۽ اسان سان ڪو به هاڻي لاڳاپو ڪونه اٿس؛ تنهن وٽ هاڻي جيڪڏهن اڻ ڪوٺيا وينداسين، يا آن سان بنا پڇڻ جي ڪي ڪنداسين، ته هو ڪن ٿار ڪري ڇڏيندو.“

تڏهين دوتڪ چيو ”ڏنو ڪين اٿيئي ڇا، ته حاڪم جيڪڏهن رنج ٿيندا آهن، ته ذري کاري کان پوءِ وري

خوش ٿي پوندا آهن! تنهنڪري رڳو پنهنجي ڳالهه مٿي رکي هيڪلو ڇڏي ڏيڻ مناسب نه آهي. نيڪي ڪرڻ اهڙو ڏکيو ڪم آهي، جهڙو ڳورو پٿر زمين تان کڻي مٿي ڪرڻ؛ ۽ برائي ڪرڻ اهڙو سٺو ڪم آهي، جهڙو پٿر کي مٿان ونئي هيٺ اڇلائڻ. جيتوڻي هو شينهن اسان مان ڪڪ آهي، تہ بہ هن وقت هو لاچار آهي. جي پاڻ وٽس نه هلنداسون، تہ هن جي ڪو ڳلا ڪونہ ڪندو، انڪري اسان کي ماٺهو ڳڻ-چور چوندا. مفت ٿورڙيءَ ڳالهه لاءِ بدناميءَ جو ٽڪر کڻڻ چڱو نه آهي تنهنڪري جيڪڏهن تنهنجي صلاح هجي، تہ مان ٿي هڪڙو ڪري وٽس وڃان؟"

تڏهن ڪرتڪ چيو، "چڱو ڀلا، آءٌ اهڙا ڳالهه مڃان ٿو. پر مون کي ٻڌاءِ تہ بادشاهه وٽ پرينديءَ ڇا وڃي چوندين؟"

دوتڪ چيو، "توکي سڌ هوندي، تہ هو ڪنهن ڪان ڏنل تہ آهي، جنهنڪري غمگين ٿو رهي. پوءِ جيڪا ڳالهه هوندي، سا هن کان پڇي، سندس دل تان ڏپ لاهي ڇڏيندس."

ڪرتڪ پڇيو "تون ڪيئن ٿو چئي سگهين، تہ هن جي دل تي ڏپ برابر ويٺل آهي؟"

دوتڪ ورندي ڏني، تہ "ڏنل اڏنل منهن مان ئي پڌرو ٿيندو آهي. اهو عاقل ئي نہ آهي، جو پنهنجي ڳالهه پوءِ سهي ڪري."

تڏهن ڪرتڪ چيو، ته "ڀلو ماڻهو اُن کي چئبو آهي، جو ڪنهن سان نيڪيءَ جي وک ڀري، پر واتؤن نه ڪُڇي، ۽ سدائين پنهنجي ڌڻيءَ کي راضي رکي. جيڪڏهن سندس ڌڻيءَ ڪانئس منهن به ڪري موڙي، ته به ڪيس مناسب آهي ته نت پاڻ کي نئون نوڪر ڪري سمجهي، ۽ ڌڻيءَ جو حڪم مڃيندو رهي."

دوتڪ چيو، ته "سچ آهي ته ڌڻيءَ جي مرضي پٺاندر سدائين هلڻ، ۽ پنهنجي وت آهر هميشه ڳالهائڻ سيڪنهن کان پڄي نٿو سگهي؛ پر آءٌ اهڙيءَ طرح هلت ڪندس، جو اميد ٿو رکان، ته شينهن کي پنهنجو ڪري ڇڏيندس."

ڪرتڪ چيو، "اي ڀائي! خدمت ڪرڻ ڏاڍي ڏکي آهي؛ جهڙي گهرجي، تهڙي ڪنهن کان به پڄي نٿي سگهي."

دوتڪ چيو، ته "نوڪر کي ڀرپائين هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته: جي ڌڻي منهن ۾ سرهو هجي ۽ جاءِ ويهڻ جي آڇيس، ته سمجهي ته مهربان ۽ منهن گهنجائي بي پاسي ڪري، ته ڄاڻي ته ڪوپ آهي، ۽ اهڙي وقت ۾ ڪو به عرض احوال ساڻس نه ڪري، بلڪ گهرجيس ته ٻري پاسو ڪري."

ڪرتڪ چيو، اي يار! جيتوڻي بادشاهه توکي سنئون منهن ڏئي، ته به تڪڙو ٿي، پاڻ مراد و ساڻس گهڻو نه ڪڇج، ۽ نڪي ڳالهائج."

دوتڪ وراڻي ڏني "تہ انهيءَ ڳالھ جو تہ تون پنهنجي ألڪو نہ ڪر. آءٌ تڏهن وڏيڪ ڪڇندس، جڏهن ڏسندس تہ ڪو دشمن بادشاھ جو ڪم ڪاري ٿو، يا ڪو سندس نقصان ٿو ڪري. ۽ تون ڏسندين تہ صلاح جهڙي ڳالھ ڏاران آءٌ ڪا بہ ڳالھ بادشاھ سان نہ ڪندس. ۽ اميد ٿو رکان، تہ تورن ئي ڏينهن ۾ پنهنجي عقل ۽ همت سان پاڻ کي وڏس وزير ڇوائيندس. تنهن ۾ هاڻي مون کي تون خوشيءَ سان موڪل ڏي تہ وڃان، ڇاڪاڻ تہ هڙو سهنج ۽ سڌو موٽي ڪين هٿ ايندو."

ڪرتڪ چيو، تہ "مون هاڻي سمجهيو آهي، تہ تون وڃڻ کان سواءِ مور ڪين رهندين، تنهنڪري ڀلي وڃ، توکي منهنجي موڪل آهي ۽ ڏٽي توسان همراھ ٿيندو.

تڏهن دوتڪ اتان موڪلائي بادشاھ وٽ آيو، ۽ اچي ادب سان پريان بيهي رهيو. بادشاھ مهرباني ڪري ويهڻ لاءِ اشارو ڪيس ۽ چيائينس تہ "اي دوتڪ! مون اج توکي گهڻن ڏينهن کان پوءِ ڏٺو آهي، هيترا ڏينهن ڪٿي هئين؟"

دوتڪ هٿ ٻڌي عرض ڪيو، تہ "جيئندا قبلا! منهنجو نہ اچڻ ڪم بختيءَ جي سببان هو. هاڻي ڏَنْ ڀاڳ منهنجا، جو سائينءَ وٽ اچي حاضر ٿيو آهيان".

تڏهن بادشاھ چيس تہ "چڱو، آها ڪٿي گذري، ڀر اڳتي ائين نہ ڪجانءِ".

تنهن تي هن وري هٿ ٻڌي عرض ڪيو، ته "مون ٻانهي جو ڇا وس آهي، جو پنهنجي ڌڻيءَ کان پري رهان."

نيٺ شينهن چيس، ته "اي دوتڪ! تون منهنجو جهونو سنگتي آهين، سچ چؤ ته ڪهڙي سبب کان هيترا ڏينهن مون کان پاسو پئي ڪيئي؟"

هن عرض ڪيو، "آءٌ هن ڪري نٿي سائينجن جي خدمت ۾ آيس، جو سمجهيم ٿي ته حضورجن جو ڪو به ڪم ڪار مون کان سواءِ اٽڪيو ڪين رهندو."

تڏهن شينهن چيو، "اي نادان! سيڪنهن ڪي گهرجي ته پنهنجي قديم ڌڻيءَ جي نمڪ حلاليءَ ۾ ڪڏهن به قصور نه ڪري، ۽ وٽس ايندو ويندو ۽ ان جو ڪم ڪار ڪندو رهي. پر هاڻي جي تون هيترا ڏينهن مون وٽ نه آئين، ته توکي ٿي ڇيهو پيو، وري جي آيو آهين ته پاڻيهي ڏسندين، جو ڪيتري ۾ تو ساڃو ٿين."

هن جڏهن بادشاهه کي پاڻ تي هيترو مهربان ڏٺو، تڏهن عرض ڪيائين، ته "خداوندا! ٻگهڙ پکي وڻ تي گذاريندو آهي ۽ تاڙ پٽ تي، ته به ڪو ٻگهه پکي مٿي وبهڻ ڪري ڪو وڏو ڪين ٿي ٿو پوي. حضور جن جا هاڻوڪا وزير وزيريءَ جي درجي کي ڀتا، تنهنڪري مون کان وڌيڪ سياڻا ڪين ٿي پيا. حضورجن کي گهرجي، ته تمام پوري ليااٌ

۽ چوڪس سان سدائين هنر وارن کي ڳولين، ڇاڪاڻ ته هنر وارا ڪي تمام ٿورڙا هن دنيا ۾ لڀندا.

پيو هرڻ ڦاڙها ۽ چيتا ته گهٽيئي آهن، پر آهي ته اجايا سگ وڌايو پيا گهمن، ۽ اهڙا آهن، جو ڪم دشمن کان، نه ٿئي، سو کانئن ٿئي. پر هي جيڪي اوهان جا امير امراءَ آهن، سي سڀ مون کي ڏڪاري، اوهان کي چوندا، ته هن نادان ڪمذات گدڙ کي سردار ڪرڻ نه گهرجي، ۽ منجهانئن ئي ڪنهن کي لائق ڄاڻي سردار ڪجي، جو هميشه خدمت ۾ رهي. پر اوهان کي لازم نه آهي ته سڀڪنهن کي منهن ڏيو ۽ سڀڪنهن جي ڳالهه ٻڌو.

اوهان کي گهرجي، ته جو جيتري جو لائق هجي، تنهن جو تيترو قدر رکو، ۽ سدائين سڀڪنهن جو حال احوال پڇندا رهو، ڇوته جو ڏٺي سياڻي ۽ سمجهوءَ سنگتيءَ کي ڏڪاري، لُچي ۽ احمق تي هٿ رکي، ته آها ڳالهه اهڙي ٿيندي، جهڙو ڪو ماڻهو ٽوپي لاهي پيرن ۾ پائي، ۽ جُتي ڪٽي مٿي تي رکي، پوءِ جيڪ ان ٽوپيءَ يا جُتيءَ تان ڪين ڪلندو، مگر ان ماڻهوءَ تان کلندو.

تنهنڪري گهرجيوَ ته سدائين هنر ۽ عقل وارن کي پاڻ وٽ جاءِ ڏيو، ۽ انهن کي خوش رکو، ته ٻيا عقل وارا به انهن کي ڏسي ريس ڪري اوهان وٽ اچن، ۽ ملڪ کي نياءَ ۽ عدل سان آباد

ڪن. نادانن ۽ بيعقلن کي حڪومت جي واڳ ڪڏهن به هٿ ۾ نه ڏيو. چاڪاڻ ته هو فتور ۽ حرفت ڪرڻ ڏاران رهندائي ڪين، پوءِ ملڪ ۾ ويندي ڦڙ ڦوٽ پئجي، ۽ ماڻهن ۾ اچي پوندو ناڪوڙو، نيٺ سلطنت سڄي آجاڙ ٿي رهندي."

تڏهن شينهن چيو، ته "اي دوتڪ! سَنَ هيترا ڏينهن رکيو ويررين جي دپ کان نٿي آئين؟ آءٌ سمجهان ٿو، تون نمڪ حلال آهين؛ تنهنڪري توکي وري پنهنجو وزير ڪريان ٿو!"

دوتڪ عرض ڪيو ته "سائينءَ جي اقبال سان دپ ته مون کي ڪنهن جو به ڪونه هو، پر پياد و هوس، تنهنڪري اچي نٿي سگهيس."

تڏهن شينهن پڇيس ته "تون سواري گهرين ٿو ڇا؟"

هن جواب ڏنو ته "غريب نواز! انهيءَ دپ کان ته سائينءَ ڪڏي مون کي پري ڪيو هو."

تڏهن شينهن مُرڪي چيو، ته "هيءَ چترائي سکيو ڪٿان آهين؟" ۽ مونٽي چوڻ لڳس ته "اي دوتڪ! تنهنجا ڏکيا ڏينهن ويا، هاڻي سکيا ڏينهن وريا آهن. تون بيشڪ سياڻو ۽ عقل وارو آهين؛ ۽ آءٌ توتي ڏاڍو راضي ٿيو آهيان. هاڻي جيڪو مطلب هجيئي، سو بي فڪرو ٿي ظاهر ڪر."

هن چيو "اوهين ڦلاڻي ڏينهن پاڻي پيئڻ لاءِ ٻاهر ويا، پوءِ اجايل ئي مونٽي آيا، تنهن جو سبب ڪهڙو آهي؟"

تڏهن شينهن چيس، ته ”مون کي تو ساڻ حال وڌڻ ۾ ڪا حرڪت ڪانهي، پر چيو اٿن، ته پتين کي ٻه ڪن آهن، متان ڪو ٻيو ٻڌي وٺي، تنهنڪري خلاء ۾ چوندو سانءِ.“

پوءِ هن کي پاسي تي ڪري چيائين، ته ”هن جهنگ ۾ ڪو اهڙو هيبت جهڙو مرون اچي سهڙيو آهي، جنهن جي پوائتي آواز منهنجي رڳ رڳ ڪنبائي ڇڏي آهي ۽ پانيان پيو ته پنهنجي جاءِ ڇڏي ڀڄي وڃان! تو به ان جو آواز ٻڌو هوندءِ؟“

هن چيو ته ”خداوند! مون سمجهيو ته ڪو آپ ڦاٿو آهي، يا ڪڪرن ڪا لڙائي ڪاڏي آهي!“

تڏهن شينهن پڇيو، ”ڀلا تون هن ڪم ۾ ڪهڙي تو صلاح ڏين؟“

هن جواب ڏنو، ته ’خاوندا! اهو چڱو نه آهي، جو پنهنجي جاءِ ڇڏي ڏجي، يا پنهنجي ويريءَ سان نه پهه وڙهي پئجي. رکو سهي، ته خبر پوي ته اوهان جي نوڪرن مان ڪنهن کي تي ٿوم ٿئي ۽ ڪير ٿو هن ويل ڪم اچي؛ چاڪاڻ ته نوڪر، توڙي زال، توڙي سنگتيءَ جي ڪم پيئي تي ڪل پوي.“

شينهن چيو، ته ”جيڪي چوين تو سو سچ آهي، پر هاڻي ڪو اهڙو گهاٽ گهڙ، جنهنڪري منهنجيءَ دل تي جو ڊپ ويٺو آهي، سو لهي وڃي.“

تڏهن دوتڪ چيو، ته ’جهان پناهه! جيستائين هي بندو سلامت آهي. تيستائين توهان جي وار جو به ڏالو ڪونه ولي سگهندو، ۽ جيڪڏهن حڪم ڪريو، ته آءٌ پنهنجي ڀاءُ ڪرتڪ کي به سڏائي وٺان، ڇاڪاڻ ته هو به سيائو ۽ سگهارو آهي ۽ ههڙي وقت ۾ هڪڙي هئڻ بہ هونداسون، ته پاڻ چڱو آهي.“

بادشاهه حڪم ڪيو، تنهن تي ڪرتڪ بہ اچي خدمت ۾ حاضر ٿيو. اُنهيءَ مهل بادشاهه دوتڪ کي وزيريءَ جي سروپاءُ ڏڪائي، ۽ پنهي تي گهڻي نوازش ڪيائين.

تڏهن ڪرتڪ چيو، تہ ’اي ادا! اهو امداد تڏهن حلال ٿيندو سون، جڏهن اسين بہ ڪا حسن خدمتي ڏيکاريندا سون.“

انهين ٻنهي پنهي بادشاهه جي شڪرگذاري ڪئي.

تڏهن بادشاهه پڇين، ”هاڻي ڇا ٿا چئو، ڪو پوئو پار پندؤ يا ڪين؟“

هنن عرض ڪيو، ’خداوندا! اسين سڀڪنهن طرح تيار آهيون. رکو رخصت وهيٺا آهيون. رخصت ملي، ته وڃي دريافت ڪريون، ته آها ڪهڙي بلا آهي، جنهن اوهان کي ايترو ڪنبايو آهي؟“

بادشاهه هنن کي موڪل ڏني. تنهن تي هو ٻولا ڪرڻ نڪتا. واٽ تي ڪرتڪ چيو تہ ”اي ادا!

جنهن ڪان شينهن ڏنو آهي، تنهن ڪان ته تون به ٿو ڊائيئي ڏڄين، پوءِ آن سان ڪهڙيءَ ريت سوال جواب ڪندين؟ جا هاج وت ڪان ٻاهر هجي، تنهن لاءِ دم نه هڻجي!"

دوتڪ چيو، "اها ڪهڙي ڳالهه آهي. اهي مرون جنهن ڪي ڏسي بادشاهه ڊنو آهي، اهڙو آهي، جو ڪنهن ڳدڙ جو به نالو نٿو وٺي سگهي، مگر بادشاهه جي اڳيان جيڪي ڏاها شخص رهندا آهن، سي اڳ پوءِ ڳٺي، واريءَ جي ڪٺي ڪي جبل ڪري ڏيکاريندا آهن".

تڏهن ڪرتڪ چيو، "ادا، جيڪڏهن ائين آهي، ته بادشاهه هيترا ڏينهن فڪر ۾ پيو هو، پوءِ تو اڳيرو چو نٿي چتايس؟"

دوتڪ چيو، ته "جيئن شينهن کي ڊپ هو، تيئن جيڪڏهن وچي هن کي اڳيئي چتايان ها، ته جيڪر نڪي مون کي ٿي هو پنهنجو وزير ڪري ها، ۽ نڪي هوند توکي ٿي گهرائي ها. بعضي وڏن ماڻهن جو اهو ڪم ٿيندو آهي، ته آفت جي وقت ۾ چاهيندڙ ٿين، نه ته پورو سڃاڻن به ڪين، ۽ جي سچ ڪري چائين ته غرض ڏاران ڪو ڪنهن کي ڪونه ٿو پڇي.

نيٺ ٻيئي ڀائر سنجوڪ ڏي ڏانهن هليا. وات تي ڪرتڪ هڪڙي وڻ هيٺ حشمت سان ٿهي جڙي ويٺو، ۽ دوتڪ سنجوڪ وٽ وڃي چوڻ لڳو، "اي ڍڳا! تو ۾ وت چا، جنهن تي ايتري تند ڪئي آئي؟ جيڪڏهن

پنهنجي پلائي گهرين، ته اڻي مون سان گڏجي ڪرتڪ وٽ هل، جو بادشاهه جو خاص وزير آهي؛ نه ته توکي اتي ماري ٿا وجهون."

سنجوڳ ويچارو ڏڇي اٿي هليو، ۽ ڪرتڪ کي اچي سلام ڪيائين. هن منهن ۾ گهنڊ پائي چيس، ته "ڙي تون ڪير آهين، جو ايتري همت ساري بادشاهه جي حڪم ڏاران هن جهنگ ۾ آيو آهين؟ هاڻي جيڪڏهن رکو ڪري اشارو ڪريان، ته هڪڙيءَ پلڪ ۾ تنهنجي ڪل لهرائي ڇڏيان."

اها ڳالهه ٻڌي سنجوڳ ويچارو ڏاڍو وسو ٿيو، ۽ ڏڪندي چيائين ته "سائين، اهو مون کان وڏو ڏوهه ٿيو آهي. هاڻي ٿي سگهي، ته ڪميا ڪري اهو ڀيريون گهرو مون کي معاف ڪريو، وري اهڙو ڪم ڀيءَ نه ڪندس".

ڪرتڪ تڏهن دوتڪ کي ميچ ڏني. تنهن تي دوتڪ سنجوڳ کي ڪن کان وٺي ڪرتڪ جي پيرن تي آڻي نوايو. ڪرتڪ چيو، ته "جيڪڏهن تون پنهنجو ڀلو ٿو چاهين، ته مون سان گڏجي بادشاهه وٽ هل."

ڊڄي وراڻي ڏني، ته "جيڪڏهن مون کي وٺي ٿا هلو، ته مهرباني ڪري مون کي جيئدان ڏيارجو؟"

تڏهن ڪرتڪ ٽهي ٽهڙي چيس، "تون الڪو نه ڪر. جي نڙت سان بادشاهه وٽ هلين ٿو، تـه هو تنهنجو نالو به ڪين گهنندو؛ ڇو ته ڪهڙو به ڏاڍو واءُ ڪري لڳي ته به نقط وڻن کي پاڙؤن پٽيندو، جي ڳاٽ

ڪٽي سندس سامهون ٿيندا، ۽ نه گاهه جي سٽن ڪي، جي منهن ورائي نمي پوندا."

نيٺ جڏهن بادشاهه جي دروازي وٽ پهتا، تڏهن ڏکي ڪي ٻاهر ٻيهاري پاڻ پيهي بادشاهه وٽ آيا. بادشاهه پڇين ته "ڪو هن مروڻ جو پتو پيو يا نه؟"

دوتڪ عرض ڪيو ته "خداوندا! جيترو توهان فرمايو ٿي، تنهن ڪان ٻه چار ڏتيون سرس ٿي اسان ڪي ڏسڻ ۾ آيو، پر اسان آن ڪي ريهي ريبي آندو آهي، ۽ هو هاڻي حضور جن جي قدمبوسيءَ لاءِ دروازي تي حاضر آهي." اها ڳالهه ٻڌي بادشاهه گهڻو سرهو ٿيو، ۽ جڙي جڙي تخت تي ويهي هڪل ڪيائين. تنهن تي ٻيئي گدڙ ويا، ۽ نٽ مان وٺي آئي آن ڏکي ڪي حاضر ڪيائون؛ ۽ سلام ڪرايائونس. بادشاهه خوش ٿي ان ڪي سروپاءُ ڏڪائي، ۽ سندس رهڻ لاءِ هڪڙي جاءِ رٿيائين، جتي هو وڃي ٽڪيو."

پوءِ بادشاها گدڙن ڪي ڪيترو سارو مال انعام ڏنو، ۽ ڪرتڪ ڪي پنهنجو خزانچي ڪيائين ۽ پنهي ڪي پاڻ وٽ سڏي ويهاري پڇيائين ته "خبر ڪريو، اوهان هن ڪي ڪهڙيءَ ريت آندو؟"

دوتڪ عرض ڪيو، "خداوندا! مون پنهنجي عقل جي سٽيءَ سان هن جو نڪ ٽوپي، ۽ مٺين ڳالهين جي ڏوڙيءَ سان نٽ وجهي آڻي حاضر ڪيو آهي. آءٌ اوهان جو ڪمڪار سدائين دليون جانيون ڪندو

آهيان، هن لاءِ، ته توهين ڏينهون ڏينهن مون تي مهرباني جي نظر وڌائيندا رهو، ۽ ائين نه ٿي پوي، جو ڪو دشمن اوهان جي دل تي منهنجي حق ۾ خصومت جاڳائي، اسان جي وچ ۾ زنگ پيدا ڪري جيئن هن پوڙهيءَ زال راج ڪنور ۽ هڪڙي واپاريءَ جي پٽ جي ياريءَ ۾ ٿورڙيءَ ڳالهه تان ڦيڪڙي وجهي ڏني هئي."

شينهن پڇيو ته، "اها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

## ١٠- پوڙهي زال، راج ڪنور ۽ واپاريءَ جو پٽ

دوتڪ چيو "مون ٻڌو آهي، ته دولاگر نالي هڪڙي جبل جي هيٺان ڪا ندي پئي وهي. تنهن جي ڪنڌيءَ تي بوندي نالي هڪڙي شهر ۾ هڪڙو راجا راج ڪندو هو، جنهن جي پنڊاري ۾ ڏهاڙي هڪ سؤ مڻ رڳو لوڻ جا کپندا هئا، تنهن کان سواءِ ٻيو سيڌو سامان. ان راجا کي هڪڙو سڪيلڌو پٽ هو، جنهن کي هو ايترو پيار ڪندو هو، جو هڪ پل به اکين کان پاسي ٿيڻ ڪين ڏيندو هوس، ۽ جيڪڏهن هن کان ڪا خطا ٿي ويندي هئي، ته به هن جي دل ڪڏهن ڪين ڏکوئيندو هو."

هڪڙي ڏينهن آن راج ڪنور پنهنجي نوڪرن کان پڇيو ته "هن شهر ۾ ڪو اوهان کي هوشيار ڇونپڙ ڪيڏاري سڃهي؟"

هنن جواب ڏنو ته "هڪڙي واپاريءَ جو پٽ، ڏنپت نالي، ڏاڍو هوشيار ڇونپڙ جو ڪيڏاري آهي، جي حڪم ٿئي ته وٺي اچونس."

راج ڪنور حڪم ڏنو. تنهن تي نوڪرن ان واپاريءَ جي ڏيڍيءَ تي اچي ڏنپت کي سڏ ڪيو. ڏنپت ٻاهر نڪري، راجا جي نوڪرن کي آيل ڏسي ڏاڍو ڊنو، ۽ پڇيائين ته "ڪيئن آيا آهيو؟"

هنن وراڻي ڏني ته "تون ڪو ڳالڪو نه ڪر، تو کي راج ڪنور ڇونپڙ ڪيڏڻ واسطي ڪوٺيو آهي."

تڏهن ڏنپت سونين روپين سارين سان جڙتو ڇونپڙ ۽ ٿورا قيمتي جواهر پاڻ سان کڻي آيو، راج ڪنور جي سو پيا ڏسي ڏاڍو سرهو ٿيو ۽ سلام ڪري ٿورا جواهر آن مان ڪڍي هن جي اڳيان پيشا رکيائين.

راج ڪنور اهي پيٽ قبول ڪئي ۽ ڇونپڙ وڇائي ويهي پنهي چٽن راند ڪئي.

ڪجهه تائين ته پاڻ ۾ منوست پئي پيا. نيٺ جڏهن ڏنپت اتان موڪلائي اٿيو، تڏهن راج ڪنور هڪڙي سيتا رامي (گني) ڪڍي هن کي هٿ ۾ ڏني، ۽ چيائينس ته تون ڏهاڙي پيو مون وٽ ايندو رهج. تنهن تي هو

روز راڄ ڪنور وٽ ويندو هو، ۽ روز جو روز سائس چؤنپڙ کيڏي هڪڙي سيتارامي وٽي گهر ايندو هو. اهڙيءَ طرح ڪي ڏينهن گذريا ته اچي هنن ٻنهي جي پاڻ ۾ محبت لڳي، تان جو ڪنور به هن جي گهر اچڻ وڃڻ، ۽ انهي ڀير سائس گڏ گذارڻ لڳو، ۽ ايتريقدر راند ۾ محو ٿي ويو، جو ملڪ، لشڪر ۽ ٻيا دنيوي ڪم ته رهيا پنهنجي ماءُ پيءُ، پر ڪائڻ پيئڻ به ڪن وقتن ۾ وسري ويندو هوس.

پيءُ پنهنجي پٽ جا هي افعال ڏسي ڏاڍي ويچار ۾ پئجي ويو ۽ هڪڙي ڏينهن پنهنجي ديوان کي سڏائي چيائين، ته "آءٌ ڀانيان ٿو ته منهنجو پٽ مون کان پوءِ سڄو خاندان ۽ ملڪ ناس ڪندو، تنهن ۾ ڪو اهڙو اپاءُ سنجهيئي ڪر، جو هنن ٻنهي يارن جي پريت ۾ ڀڃڪ پوي."

ديوان ويچاري ڪيتريون ئي رٿون رٿيون، ۽ گهاٽ گهڙيا، پر ڪو به ڪونه ٻيٺو. آخر هڪڙي ڏينهن هڪڙيءَ زال اچي بادشاهه وٽ عرض ڪيو ته "خداوند! جيڪڏهن مون کي حڪم ملي، ته آءٌ ٿوريءَ هڪڙيءَ ڳالهه سان ٻنهي کي رسائي ڇڏيان؟"

بادشاهه چيس "اهو ڪم ڏاڍو ڏکيو آهي، پر جي تون سمجهين ٿي، ته ائين ڪينهي، ته چؤ ڪيترن ڏينهن ۾ اهو ڪم پورو ٿي سگهندو، ۽ ڪيتري محنت ۽ خرچ ڪرڻو پوندو؟"

ان زال ورائي ڏني ته ”اي بادشاھ! دوستي رکڻ ۽ چڱو ڪم ڪرڻ، اهي ٻئي ڳالهيون ڏاڍي ڏاکڙي ۽ ڪشالي سان ٿين ٿيون. پر دوستيءَ ۾ ٻنگ وجهڻ جهڙي ٻي ستري ڳالهه نٻي ڪانهي، ۽ هڪڙي پلڪ ۾ اهو ڪم ٿي نو پوي.“

اها ڳالهه ٻڌي بادشاھ کي حيرت لڳي، ۽ هن سان اقرار انجام ڏيئي وٺي هن کي روانو ڪيائين. هوءَ زال ٻه هتان هلي اتي آئي، جتي هي ٻئي يار ويٺا هئا ۽ ايندڙي شرط ڏنپت کي ميچ ڏيئي ٻاهر اچڻ لاءِ اشارو ڪيائين. تڏهن ڏنپت ڪنور جي منهن ڏي نهارڻ لڳو. ڪنور ڏسي هن کي چيو ”وڃي ٻڌ ته ڇا ٿي چوي.“

هو اُٿي ٻاهر ويو ته ايتري ۾ هوءَ ڏوتي هن جي ڪن ۾ گڙ ٻڙ ڪري هلي ويئي. هو ويچارو ڏنپت وسو ٿي موٽي اچي ويٺو. ڪنور پڇيس ته ’پوڙهيءَ توکي ڇا چيو؟“

هن سنهن کڻي چيو ته ”مون کي ڪجي ڪين چيائين.“

انهي رد بدل ڪندي ٻه-ٽي گهڙيون گذري ويون. تڏهن ڪنور چوڻ لڳو ”اچا هاڻي منهنجي اکين اڳيان هوءَ زال توکي ڪي ڪجهه ڪن ۾ چئي ويئي آهي ۽ تون اليو ٿو وڃين؟“

اُئين چئي اتان اٿي ڪڙو ٿيو ۽ پنهنجي گهر ۾ اچي نوڪرن کي موڪليائين، ته وڃي ڦلاڻيءَ پوڙهيءَ زال

کي مون وٽ وٺي اچو. ايتري ۾ هوءَ ڊوڙندي ڦري
گهران ٻي مونڻي اچي ڏنپت وٽ ويٺي هئي. نوڪر به
ڳوليندي وچي آتان هٿ ڪري ڪنور وٽ وٺي آيس.

ڪنور پڇيس ته ”ڙي زال، ڊوهي اٿئي، جي سچ
نه چيو اٿئي. ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين؟ ۽ سوير ڪيئن
آئي هئينءَ؟“

وراڻي ڏنائين ’آءٌ هن ڇوڪر جي پيءُ جي قديم
پورهيت آهيان ۽ منهنجي ڏٺيءَ مون کي چيو، ته
منهنجي پٽ کان پڇي آٿي ڏي، ته ڪنور کي تو
کارايو يا نه.“

تڏهن ڪنور پڇيو ته ”ڇا؟“

هن وراڻي ڏني ته ”سائين، آها مون کي پڪي سڌ
نه آهي ته ڇا، ڪيرڙي ٿي ڇيائين يا ڪا ٻي شئي!“

اها ڳالهه ٻڌي ڪنور هن کي رخصت ڏني، پر دل
۾ ڇوڻ لڳو ته جيڪڏهن ڇگي شئي هجي ها، ته
چاڪاڻ ڏنپت مون کان لڪائي ها، ۽ ڇو ايترا سنهن
کڻي ها. شايد اها شئي زهر هوندي، ته به شڪ ڪونهي.
ائين ڪري نوڪرن کي حڪم ڏنائين، ته ڏنپت کي
وٺي وڃي فلاڻي پوڻي تي ماري ڇڏيو، جو اهڙي
نالائق جو منهن وري نه ڏسان. تنهن تي نوڪرن وٺي
وڃي ڏنپت کي ماري ڇڏيو.“

’تنهن ڪري، جهان پناهه! آءٌ به ڊڄان ٿو، ته
متان ڪو منهنجو به اهڙو ويري جاڳي پوي، جو

مون تي ڪوڙي سچي چپ رکي مون کي بي عزتو ڪري. ڏاهو ماڻهو اهو، جو دوست دشمن کي سڃاڻي ۽ ڪڏهن به دشمن جي چوڻ تي لڳي پنهنجي دوست جي خانه خرابي نه ڪري."

تڏهن شينهن کلي چيو، "تون ڪو به فڪر نه ڪر، مگر پنهنجي ڪم تي قابو رهج."

نيٺ دوتڪ ۽ ڪرتڪ بادشاهه وٽان امداد وٺي ۽ سروپايون ڏڪي، خوش ٿي گهر ڏي موٽيا. ۽ ڪيترا ڏينهن هنن ٻنهي پنهنجا پنهنجا ڪم بادشاهت جا هلايا ۽ ڏينهون ڏينهن ويا اقبال ۾ چڙهندا. پر ويچارو سنجوڳ درجي بدرجي ويو گهٽبو، تان جو وڃي نيچ نوڪرن جي قطار ۾ ڳڏيو، ۽ بادشاهه جي منهن تي نه چڙهڻ ڪري سندس نالو ئي گم ٿي ويو.

هڪڙي ڏينهن پندڪارڻ نالي بادشاهه جو ڀاءُ شڪار تي سنبريو. سنجوڳ جو اُن وقت اوڏڙو ويٺو هوس، تنهن اها ڳالهه ٻڌي اچي هن کي عرض ڪيو، "خداوند، ڪالهه هيترو سارو جو شڪار آيو سو سڀ ڪٿو ڇا؟"

پندڪارڻ جواب ڏنس، ته "ان جي دوتڪ ۽ ڪرتڪ کي خبر هوندي."

تڏهن موٽي چيائين، ته "سائين، هنن کان پڇڻ گهرجي، ته ان مان ڪي بچيو يا سموروئي ڪٿو؟"

تڏهن پندڪارڻ کلي چيو، ته "شڪارن جي ڪا هتي ڪمي آهي ڇا؟ اهڙا شڪار گهٽائي پيا روزجا روز

اڇن. جيڪي ڪائي سگهون سو ڪائون؛ باقي نئي هو پنهنجي ڪتب لائيندا آهن."

تڏهن سنجوڳ چيو، تہ "اي ڏٽي! هي ڳالهہ خيرخواهي ۽ عقل کان ٻاهر آهي، جو اوهان جي حڪم ڏاران هو خزاني مان ڪي بہ ڪڍي وڃن. بادشاهہ پنهنجو خزانو ساهہ وانگي سنڀاليندا آهن، ڇاڪاڻ تہ جي خزانو نہ هجي، تہ نڪي لشڪر ڪٺو ٿي سگهي، ۽ نڪي ڪي بادشاهت ئي جٽاءُ ڪائي، ۽ خزاني جي پوري پرگهور نہ لهڻ هڪڙو وڏو عيب آهي. جيئن تہ چيو اٿن، تہ خزاني جي حق ۾ هي چار ڳالهيون هئڻ نہ گهرجن: (١) آپت ٿوري ڪپت گهڻي، (٢) اجايو خرچ، (٣) ڪم نظري، (٤) ڦر جي مال جو خزاني ۾ گڏجڻ."

اها ڳالهہ ٻڌي پنڊڪارڻ بادشاهہ کي وڃي چيو، "دوتڪ ۽ ڪرتڪ کي اوهان ايتري اختياري خزاني تي ڏني آهي، جو يقين آهي تہ هڪڙي ڏينهن اوهان سان سامهون ٿيندا، تنهن ۾ صلاح آهي تہ، خزانو هنن جي هٿان ڪڍي سنجوڳ جي حوالي ڪجي، ۽ هنن کان رڳو وزيريءَ جو ڪم وٺجي؛ ڇاڪاڻ تہ سياڻا چئي ويا آهن، تہ ٽن ڄڻن کي پنهنجي خزاني جو مختيار ڪرڻ نہ گهرجي: (١) پنهنجي عزيز کي، (٢) جنگي سپاهيءَ کي، (٣) ان کي جو ڪنهن اوکيءَ مهل ڪم آيو هجي.

ڇو تہ: (١) جيڪڏهن پنهنجي کي ڏبو، تہ آو پنهنجائي ڄاڻي ڪائي ڪهائي ويندو، ۽ دل ۾ ڇوندو

تہ موں کي چا ڪندا ۽ موں کان چا پرائي ونندا ۽ جي هن کي ستائبو تہ ماڻهو ڪلندا ۽ چوندا، تہ واہ جي ٽا پنهنجي سان رهائين. (٢) جيڪڏهن سپاهيءَ جي حوالي ڪبو. تہ او پنهنجي ترار جي زور تي ڪائي ڪپائي ڇڏيندو، ۽ جي وري ڪانئس گهربو، تہ وڙهڻ ايندو. (٣) جيڪڏهن ان کي ڏبو، جو اوکيءَ مهل ڪم آيو هوندو، تہ او مالڪ کي پنهنجو احسانمند ڄاڻي هڙئي کڻي ويندو ۽ پئسن جي موٽي ملڻ لاءِ هن تي سختي ڪبي، تہ سڀڪنهن کي چوندو تہ ڏسو، موں هنن سان ڪهڙيون ڀلايون ڪيون، ۽ هي انهن جا ڪهڙا ٽا پاڙا ڏين ٿا.

سو اي بادشاهہ! انهن ٽنهي شخصن کان سواءِ ٻئي جنهن ۾ ايمان ڀجهي، تنهن کي خزانچي ڪجي، ۽ ان تي بہ نظر رکجي، تہ ڪا خيانت تہ ڪانہ ٿو ڪري؛ پوءِ جي ان کي بہ بي ايماني ڪندو ڏسجي تہ ڪانئس وري خزانو کسي، ڪنهن ٽئين جي حوالي ڪجي، انهيءَ لاءِ تہ ان کي ڏسي ٻيا عبرت وٺن".

بادشاهہ چيو، تہ "اي ادا! جيڪي تون چئين ٿو، سو سچ آهي. آءٌ پڻ ڄاڻان ٿو تہ دوتڪ ۽ ڪرتڪ منهنجي خزاني تي ڇڳا هٿ رکيا آهن. نہ رڳو ايترو پر بي حيا بہ ٿي پيا آهن."

پند ڪارڻ چيو، تہ "حڪيمن جو قول آهي تہ سچو وزير آهو آهي، جو سڀ اسباب هڪيو رکي، ۽ هي ڳالهہ خاص موں او هان جي خيرخواهيءَ لاءِ صلاح طريقي ڪئي آهي."

بادشاهہ اها ڳالهہ ٻڌي سنجوڳ کي خزانچي مقرر ڪري، سمورو خزانو ڪٿي سندس حوالي ڪيو. پوءِ جڏهن دوتڪ ۽ ڪرتڪ ڪچهريءَ جو رخ ڦريل ۽ بادشاهہ جو ڳالهائڻ مٺيل ڏٺو، تڏهن پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ "ٻلي ٻليءَ شير پڙهايا، جو ڦر ٻلي ڪون ڪاوڻ آيا." ڏکو، جنهن کي آٽي اسان بادشاهہ سان ملايو، سو هاٿي هٿ ڏوئي اسان جي پٺيان لڳو آهي. جيڪڏهين اسين هن کي نہ آٽي شينهن سان ملايون ها، تہ چو جيڪر اسان سان اهڙي هلت ٿئي ها. اسان جو ڪيو اسان کي آڏو ڦريو. پر هاٺي اهڙي ست سنھ گهرجي. جو شينهن ۽ ڍڳي جي وچ ۾ جهڙي ڍنگ سان اسان دوستي رکائي، تهڙي ئي ڍنگ سان وري منجهن زنگ وجهي ڏيون، جئن سيتا ۽ رام جي وچ ۾ رام جي ڀينرن وڌو هو."

ڪرتڪ پڇيو تہ "اها ڳالهہ ڪيئن آهي؟"

دوتڪ چيو تہ "اهو وستار ڊگهو آهي، پر آءٌ توکي ان جو چنڪو ٻڌايان ٿو."

## ١١- سيتا، رام ۽ رام جون ڀينرون

"سيتا ۽ رام ۽ آن جي ڀاءُ لڇمڻ، انهن ٽنهي چئن ٻارهن ورهين تائين بنواس ورتو. جڏهن لنڪا ۾ راون اها ڳالهہ ٻڌي، تڏهن هو آن بن مان سيتا کي ڪنهن تجويز سان ڪٽي ويو. نيٺ رام گهڻين محنتن ۽ مشقتن کان پوءِ سيتا کي موٽي هٿ ڪيو.

سيتا جو ست سيل رهجي آيو هو، تنهن سان رام وري لهي ويو، ۽ اڳئين جيتري هن سان دل رکيو

پئي آيو. پر رام جون ٻه ڀينرون جي سيتا جون حاسد هيون، تن کان اها ڳالهه سٺي نه ٿي، ۽ هڪڙي ڏينهن پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته ڪا تجويز ڪجي، جو اسان جو ڀاءُ پنهنجيءَ زال کي ايترو پيار نه ڏئي.

تڏهن هڪڙي انهن مان آئي ڀيءَ کي چوڻ لڳي، ته "هائي ڏس ته آءٌ توکي مزو ٿي ڏيکاريان." ائين چئي پنهنجي ڀاءُ جي گهر ۾ پيهي ويئي، ۽ ڀاڄائيءَ کان مسخريءَ طور کلي پڇيائين "سيتا، توکي ياد آهي ته راوڻ جي شڪل ڪهڙي هئي؟"

سيتا وسوڙيل هن هرتالڻ جـو مڪر نه سمجهي، پنهنجي سچائيءَ سان چيو "هائو، راوڻ کي ڏهه سسيون، ويهه اکيون، ۽ سؤ آڱريون هيون."

تڏهن هن چيس، ته "ڀلائي ڪري مون کي ان جي تصوير ڪڍي نه ڏيکارين؟"

سيتا هن ڪوڙيءَ ۽ ڪميڻيءَ جي مت تـي لڳي، نسنگ ٿـي، ويهي آڱر سان ڌرتيءَ تي راوڻ جـي شڪل ڪڍي. ايتري ۾ سندس مڪر ڀلڻ نڻان آئي چيو، "تون جيتري ۾ اها شڪل ڪڍي پوري ڪرين، تيتري ۾ آءٌ پنهنجي ڀٽ کي چڱڙ ڏيئي ٿي اچان."

ائين چئي رام، جنهن اوڏي مهل ويـٺـي چؤنپڙ راند کيڏي، تنهن وٽ ويئي، ان کي ڀانهن کان وٺي، جنهن هنڌ سيتا اها تصوير ويٺي ڪڍي، ان هنڌ وٺي آئي چيائينس ته اچهو ڏس، سيتا کي راوڻ جي ايتري ته

سار آهي، جو نويڪلائيءَ ۾ سندس تصوير ڪڍڻ سان پاڻ کي پيئي وندرائي."

اها ڳالهه ٻڌي ۽ اها تصوير ڏسي رام کي گمان پيو، ۽ ڪروڌ جي چوڻ لڳو، "اي سيتا! آءٌ توکي ماريان ڪين ٿو، ڇا ڪان ته استرين کي مارڻ نامردن جو ڪم آهي، پر هاڻي چڱي ڳالهه هيءَ آهي ته تون منهنجي گهر مان نڪري وڃ."

دوتڪ اها ڳالهه پوري ڪري چيو "ڏس، جنهن عورت جي سببان رام سمنڊ تي بند ٻڌي، ۽ لنڪا کي ساڙيو، ۽ سوني ڪوٽ کي ڊاهيو، ۽ راوڻ کي ماريو، تنهن ساڳيءَ ست وادڻ عورت کي وري ڪوڙيءَ ڳالهه تي پنهنجي گهر مان لوڏي ڪڍيائين. اها ڪهڙي ڳالهه آهي جا مڪر ۽ ڪيڏ سان ٿي نه سگهندي؟"

تڏهن ڪرتڪ چيو ته "سنجوڳ ۽ شينهن جي وچ ۾ تمام ڪَـهري ۽ گهاٽي دوستي آهي سا ڪهڙي ريت ڇنائيندين؟"

دوتڪ چيو "اي يارا جيڪو ڪم تجويز سان ٿئي ٿو، سو زور سان نٿو ٿئي. هڪڙي ڪانءُ به تجويز سان نانگ مارائي وڌو هو. سو سنجوڳ ڪهڙي شئي آهي، جنهن کي آءٌ ڏاهي نه سگهندس."

تڏهن ڪرتڪ پڇيو ته "اها ڪانءُ واري ڳالهه ڪيئن آهي؟

## ١٢ـ ڪانءُ ۽ نانگ

دوتڪ چيو، "ڪنهن وڻ تي هڪڙو جوڙو ڪانئن جو گهڻن ڏينهن کان رهندو هو. انهي وڻ جي ٿڙ ۾ هڪڙي

ڏوڙ هئي، تنهن ۾ هڪڙو واسينگ نانگ هوندو هو. اُن ڪانءَ جي ماديءَ پنهنجي آکري ۾ ڪي آنا لاٿا هئا، تن مان ڦوڙن ڏينهن ڪان پوءِ ٻچا ڦيا.

جڏهن آهي ٻچا مهيني ڪن جا ٿيا، تڏهن آهو واسينگ پنهنجي ڏوڙ ڪان نڪري، هري هري اُن وڻ تي چڙهيو. ڪانءَ اُن مهل آتي هڪيو ڪو نه هو. نانگ انهن ٻچن کي آکيري مان ڪڍي کائي ڪپائي ڇڏيو. ڪانءَ جي مادي جا ٻيءَ ڏاريءَ تي ويٺي هئي، تنهن ڪيترو ٿان ٿان ڪئي ۽ گهٽوئي واجهايائين، پر ڪنهن ٻه ڪو نه اونايس، نڪو داد ڪيس. نيٺ جڏهن ڪانءَ نانگ جي ظلم ۽ زبردستيءَ جي ڳالهه ٻڌي ڏاڍي ڏک ۾ پئجي ويو، ۽ روئڻ پٽڻ وچان ڪائڻ پيئڻ ئي ڇڏي ڏنائين. تنهن تي هيڏي هوڏي جا ڪانءَ سڀ پاڻ ۾ گڏجي اُن ڏکويل وٽ آيا ۽ هن کي دڙ دلاسا ڏيئي ڪارائي پياري ويس.

هڪڙي ڏينهن ماديءَ نر کي چيو، "هاڻي هتي ٽڪڻ چڱو نه آهي؛ صلاح آهي ته هلي ڪنهن ٻيءَ آمن جهڙيءَ جاءِ ۾ رهجي؛ چو ته سياڻا چوندا آهن ته ٽن ڳالهين ڪان انسان کي ڊڄڻ گهرجي: (۱) بي وفا زال ڪان، (۲) اُن گهر ۾ رهڻ ڪان، جنهن ۾ نانگ جو واسو هجي، (۳) جاهل ماڻهوءَ جي دوستيءَ ڪان."

تڏهن ڪانءَ چيو، "ٿورو ڌيرج ڪر، ڀاڻيهي ڏسنديءَ، ته آءٌ پنهنجن ٻچن جو ڪيئن ڦو هن نانگ ڪان وير وٺان.

ماديءَ چيو ته ”هن وقت اهي ڪوڙا قصا ڪين
ڪر، تو ۾ ايترو وت ڪٿي آهي، جو هن ڪان بدلو
وٺي سگهين؟“

تڏهين ڪانءَ ورائي ڏني، ته ”اُني .وت جي
ڳالهه ئي ڪانهي. اهڙن ڪمن ۾ عقل گهرجي. تو
جيڪس هن سهي جي ڳالهه ڪين ٻڌي آهي، جنهن
پنهنجي عقل جي زور سان شينهن کي به ماري
وڌو هو.“

تڏهن ماديءَ چيو، ته ”آها ٻه ڪوڙي ڳالهه هوندي،
سهو ڀلا ڪيئن شينهن کي ماري سگهندو؟“

## ١٣ــ سهو ۽ شينهن

ڪانءَ چيو ته ”هڪڙي جهنگ ۾ ڀاتين ڀاتين جا
جانور رهندا هئا. اوچتو دردانت نالي هڪڙو شينهن
ڪنهن جبل مان نڪري، انَ جهنگ ۾ اچي نڪيو،
۽ ڏهاڙي ڏهه-ٻارهن جانور ماري تن مان هڪڙو
کائي، ٻيا سڀ اُتي ڇڏي هليو ويندو هو.

اجا ٿورا ڏينهن انهيءَ ريت نبريا، ته گهڻا جانور
چٽ ٿي ويا. اها روبڪار ڏسي، سڀئي جانور گڏجي
پاڻ ۾ چوڻ لڳا، ته جيڪڏهن انهيءَ طرح اسان ۾
ٿاڪڙو پيو پوندو ته ڪن ڏينهن ڪان پوءِ هن جهنگ
۾ اسان جو ٻڻ به ڪونه رهندو. نيٺ گڏجي صلاح
ڪيائون، ته ڪنهن سياڻي کي شينهن ڏي موڪلجي،

جو وجي هيءَ ڳالهه ان جي ڏيان تي آئي، ته جڏهن تنهنجي پيٽ ڀرڻ لاءِ هڪڙوئي جانور بس آهي، تڏهن تون گهڻن کي مارڻ جو پاپ پاڻ تي ڇو ٿو چاڙهين؟ هڪڙو جانور جيڪو کپئي سو اسين روز توکي گهر ويٺي رسائي ڏينداسون.

پوءِ جڏهن هيءَ صلاح سڀني مڃي، تڏهن انهي نيا پي کي پهچائڻ لاءِ گهڻن جي راءِ ٿي، ته هڪڙي گدڙ کي موڪلجي. پر هڪڙو سهو، جو آن مجلس ۾ ويٺو هو، سو اٿي چوڻ لڳو ته "اي يارا هي ڪم گدڙ کان ڪڏهن ڪين برابر ٿيندو. اٿلندو هو وڃي هڪ جي ٻي ڪري ايندو، ڇو ته، جڏهانڪر شينهن هن جهنگ ۾ آيو آهي، تڏهانڪر اسان جي گهرن ۾ ۽ گدڙن جي گهرن ۾ شادمانو ٿيو آهي."

هيءَ ڳالهه ٻڌي گدڙ ڪاوڙجي چوڻ لڳو ته جيڪڏهن منهنجي وڪالت توکي قبول نه آهي ۽ مون کي فتوري ٿو ڄاڻين، ته ڇگو تون ئي وڃي پلي آجر ڪماءِ."

تنهن تي سهو سنبهي، اٿي شينهن ڏي هليو. جڏهن اتي پهتو، تڏهن شينهن پڇيس "ڙي ڪيئن آيو آهين؟"

هٿ ٻڌي عرض ڪيائين، 'خداوندا! هن جهنگ جي رهاڪن مون کي وڪيل ڪري اوهان جي خدمت ۾ موڪليو آهي، ۽ هيءُ عرض ڪيو اٿن، ته اوهان کي ايترن جانورن کي مارڻ مان ڪهڙو سود ٿو ٿئي؛

اسين سرڪار جي حضور ۾ اقرار ٿا ڪريون، تہ هر روز هڪڙو جانور توهان کي پهچائي ڏينداسون، ۽ ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ تفاوت نہ ڪنداسون."

شينهن اها ڳالهہ قبول ڪئي. سهو اتان موڪلائي موٽي اُن جهنگ ۾ آيو ۽ جيڪا گفتگو ٻنهي جي وچ ۾ هلي هئي، سا سربستي اچي سنگتين کي ٻڌايائين. تنهن ڪان پوءِ ڏهاڙي هڪڙو جانور شينهن کي پهچائيندا رهيا.

هڪڙي ڏينهن جڏهن خود انهي سهي جي نوبت آئي، تڏهن ويچاري دچي دل ۾ ويچار ڪيو تہ هاڻي ڪا اهڙي بازي پکيڙيان، جو ڳالهہ بہ رهجي اچي ۽ شينهن جي چنبي ڪان بہ ڇٽان. اهو خيال ڪري پنهنجن ٻچن ڪان موڪلائي رئندو شينهن ڏانهن هليو. ٿورو هلي واٽ تي ترسيو ۽ ويچار ڪيائين تہ جانورن مون کي ڏاڍو سياڻو ۽ ڏاهو سمجهيو ٿي پر جيڪڏهن منهنجي سياڻپ مون کي ڪم نہ ايندي، تہ ڪا مٺي ڪان پوءِ ڪم ايندم ڇا؟ ائين ڪري اتان آئي اڳتي هليو.

جڏهن شينهن وٽ آيو، تڏهن هو جو بک ڪان ڇتو ٿيو ويٺو هو، سو گجندي چوڻ لڳو، "اڙي منهنجي ڪاڏي ۾ اڄ هيتري دير ڇو پيئي؟ منهنجي نيرن جي مهل ٽي ٽري ويئي." تڏهن سهي ويچاري

ڏکي ڪنبي چيو، ”جيڪڏهن مون کي جيئدان ملي، ته عرض ڪريان؟“

شينهن چيس، ”سگهو چؤ ته ڇا آهي؟“

سهي چيو، ته ”منهنجا خاوندا! مان هيڏانهن هليو ٿي آيس، ته واٽ تي هڪڙو ٻيو شينهن گڏيم، سو ڏسي منهنجي پٺيان پيو، تڏهن مان اٿي ڀڳس، ۽ رڙ ڪري چيومانس، ته ”تو کي بادشاهه دردانت نٿو سڃهي؟“ تڏهن هو چوڻ لڳو ته ”اڙي دردانت ڪهڙي شئي آهي، جو مون سان وڙهي، يا هن جهنگ ۾ ٽڪي سگهي؟ هاڻي مان تو کي ڇڏيان ٿو، تون وڃي هن کي اها ڳالهه ٻڌائج. سو غريب پرورا مون اوهان کي ڄاڻايو، اڳتي مالڪ آهيو.“

شينهن اها ڳالهه ٻڌي سڙي ڪامي چيو، ته ”اڙي، تون مون کي هلي اها جاءِ ته ڏيکار.“

سهو اڳيان، ۽ شينهن پٺيان، ويندي ويندي اهڙي ڪنهن جهنگ ۾ ولي ويس، جنهن ۾ هڪڙو تمام اونهو کوهه هو. ۽ انهي کوهه جي ڀر تي بيهي چوڻ لڳس ته ”سائين! اواجهو. اهن کوهه ۾ اوهان جو ويري.“

تڏهن شينهن ان کوهه ۾ ليئو پائي ڏٺو، ۽ پنهنجو پاڇو پاڻيءَ ۾ ڏسي، سهي جي ڳالهه سچي ڄاڻي، ڪاوڙجي گجگوڙ ڪيائين ته، اهڙوئي آواز موٽي کوهه مان ٻڌائين، تڏهن هيڪاري پڪ ٿيس ۽ غصي ٿي آن کوهه ۾ ٽپو ڏيئي ڪري پيو ۽ اتي ئي غوطا کائي مري ويو.“

اها ڳالهه پوري ڪري ڪانءُ چوڻ لڳو، "اي پياري! جهڙيءَ طرح سهي ڪيڏ سان شينهن کي ماريو تهڙي طرح آءٌ به هن نانگ کي ناس ڪندس."

مادي پڇڻ لڳس "جيڪڏهن توکي اهڙو عقل آهي ته دير ڇو ٿو ڪرين؟ ڪانءَ چيو ته عقل وارن چيو آهي ته تڪڙ ڪم شيطان جو آهي. سنڌيءَ واري به چيو آهي: دير پيا درست ٿيا. اڄ مان پنهنجي دل ۾ تجويز ڪندس ۽ سڀاڻي انهي ڪم کي لڳي پورو ڪندس."

ماديءَ چيس، ته "اي پيارا! جنهن کي ڪم ڪرڻو آهي، ۽ اهو ٿي سگهيس ٿو، سو جي چوي ته، مان اڄ نه سڀاڻي ڪندس، ته انهيءَ جهڙو مورک دنيا ۾ ڪوبه ڪونه لڀندو. تنهنڪري هاڻي ستت وڃي هن جي مارڻ جي ڪا تجويز ڪر."

تنهن تي ڪانءُ اتان اڏامي، بادشاهه جي محلات جي مٿان وڃي ويٺو. انهيءَ مهل بادشاهه جي ڌيءَ وڃي اتي وهنتي، ۽ پنهنجو نولکو موتين جو هار ڳچيءَ مان لاهي ڪليءَ ۾ ٽنگي ڇڏيو هئائين. ڪانءُ اهو ڏسي ورتو، ۽ اتان اڏامندي ان کي پنهنجي چهنب ۾ کڻي، ماڙيءَ جي چوٽيءَ تي وڃي ويٺو.

انهيءَ وچ ۾ ٻانهين هل مچايو، تنهن تي بادشاهه کي خبر پيئي، جنهن پنهنجي نوڪرن کي ٻڌي چيو، ته سرت ڪجو، مٿان هي ڪانءُ اکين ڪان ٽرڪي نه

وڃيوَ. جڏهن ڪانءُ پنهنجي آسپاس ماڻهن جو ميڙ ڏٺو، تڏهن هري هري اڏامندو پنهنجي آکيري ڏانهن هليو، ۽ جيڪي ماڻهو اتي گڏ ٿيا هئا، سي سڀ هن جي پٺيئون ڊوڙيا. ڪانءُ ان ساڳئي وڻ تي وڃي ويٺو، جنهن ۾ آهو نانگ هو، ۽ اهي ماڻهو به سڀئي وڻ جي هيٺان ڪانءَ ۾ اکيون پائي ڪَنرو ڪري بيهي رهيا. جڏهن ڪانءُ هي رنگ ڏٺو، تڏهن آهو هار نانگ جي ٻچيءَ ۾ وجهي، پاڻ اڏامي وڃي ٻئي وڻ تي ويٺو. انهن ماڻهن منجهوَن ٻه-ٽي ڄڻا نانگ جي ٻچيءَ مان هار جي لاهڻ لاءِ وڻ تي چڙهيا، پر نانگ انهن ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي ڦڻ ڪڍي ڦوڪون ڏيڻ لڳو. تنهن تي انهن ماڻهن ڊپ کان هيٺ لهي هڪڙي واڍي کي گهرايو. پوءِ انهي وڻ کي پاڙون وڍارائي، نانگ کي ماري، هار بادشاهه وٽ کڻي آندو."

"سو اي ڪرتڪ! ڪانءَ نانگ کي مارايو، ۽ سهي شينهن کي، هيءُ ڏيکو ڪهڙي شئي آهي، جو عقل جي تجويز سان ماري نه سگهبو؟"

تڏهن ڪرتڪ چيو "اي دوتڪ! جيڪڏهن پاڻ ۾ توهم ساري سگهين تو ته وڃ دير نه ڪر".

دوتڪ هيءَ ڳالهه سڃي ۽ سنجوڪ کي خلاصو نيئي سائنس اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪري، چوڻ لڳس ته مون کي بادشاهه چيو آهي ته تون سنجوڪ کي وڃي چؤ ته سرڪار وٽ لشڪر

گهڻو گهٽ آهي ۽ خزاني جي ڪمي ڪانهي، تنهنڪري لشڪر رکڻ جي اهڙي تجويز ڪري، جو ڪنهن کي خبر نه پوي ۽ ڪٽڪ به سڀئي تيار ٿئي".

سنجوڳ هن جي ڳالهه تي اعتبار ڪري ۽ خزانو کولي لشڪر رکڻ لڳو. جڏهن دوتڪ ڏٺو، ته هاڻي لشڪر گڏ ڪرڻ جي پٺيان سنجوڳ گهڻو خزانو بادشاهه جو خرچي چڪو آهي، تڏهن شينهن وٽ ادب سان سلام ڪري پنهنجيءَ جاءِ تي ويهي عرض ڪيائين ته "خداوند! هنن ڏينهن ۾ مون کي هڪڙو عجيب تماشو ڏسڻ ۾ آيو آهي، پر حضور جن جي اڳيان اهو ظاهر ڪري نٿو سگهان! دانائن جو قول آهي ته جو اڻ ڪوٺيو ڪنهن جي گهر وڃي يا بنان پڇئي ڳالهائي تنهن جهڙو بيوقوف ڪو ڪونهي؛ ۽ مان ڊڄان ٿو ته متان ڳالهه ڪرڻ مان منهنجو به حال اهڙو ٿئي، جهڙو استاد کان هڪڙي شاگرد جو ٿيو هو".

شينهن پڇيو ته "اها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

## ١٤- استاد ۽ شاگرد

دوتڪ چوڻ لڳو، ته "مون کي ٻڌڻ ۾ آيو آهي، ته لکنؤ شهر جي ويجهو هڪڙي وسين آهي، آتي ڪو استاد چوڪر پاڙهيندو هو. پر ان استاد کي آفيم کائڻ جي علت هوندي هئي؛ ۽ جڏهن آفيم جو نشو لهندو هوس، تڏهن ننڊ اچي ويندي هيس، اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن ڪو ان کي جاڳائيندو هو، يا

کو شاگرد ڪانئس سبق جو لفظ پڇندو هو، ته ڪاوڙجي هن کي ماريندو هو، ۽ چوندو هو ته "اي بيوقوف! مڪتب ۾ پڙهڻ ڀري ائين ادب سکڻ گهرجي".

اهڙيءَ طرح ڪندي هڪڙي ڏينهن سڀني شاگردن کي تاڪيد ڪيائين، ته "جيڪڏهن ٻنان پڇڻي مون کان ڪا ڳالهه پڇي اٿو، يا مون کي ننڊ مان جاڳايو اٿوَ، ته اڌ مئو ڪري ڇڏيندو سانوَ." شاگردن اها ڳالهه ٻڌي جاڳائڻ جي پڇڻ ئي ڪري ڦٽي ڪئي.

هڪڙي ڀيري رات جو ڏئي کي اوڏو رکي، هڪڙي شاگرد کي ويٺي سبق ڏنائين، ته ايتريءَ ۾ پنڪي اچي ويس، ۽ سندس پاڳ جو طرو ڏئي جي لاٽ تي وڃي پيو، ۽ پوڻ شرط اچي پاڳ کي باهه لڳي ۽ ان ڪان مٿي کي جا لهس آيس، سو اچانڪ ماري پنڪيءَ مان سجاڳ ٿي، ان شاگرد کي چوڻ لڳو ته "احمق! ڏٺئه ته منهنجي پڳڙي پيئي سڙي، پوءِ چو نٿي مون کي جاڳايئه؟"

ائين چئي هن کي ڀيري ۾ لپاٽون هنيائين.

تڏهن هن روئي چيو، "سائين، اوهان جهلي ڇڏيو هو ته ننڊ مان مون کي نه جاڳائجو ۽ پڇڻي ڏاران ورندي نه ڏجو، چو ته اها بي ادبي آهي؛ تنهنڪري مون اوهان کي نه جاڳايو." استاد چيو، "نامراد، پر اها منع ته ڪانه ڪئي هيم، ته ڪنهن جي هاڃ پيئي ٿئي ته ويٺو ... ڪري ڏسجي، ۽ ٻڌائجيس ئي ڪين!"

تنهنڪري" دوتڪ چيو، "سائين، مان به جي ڪجهان ٿو ته بي ادبي ٿي ٿئي، جي نٿو ڪجهان ته نمڪ حرامي ٿو ليکجان."

بادشاهه فرمايو، "مون توکي پنهنجو وزير انهي واسطي ڪين ڪيو هو، ته جيڪي ڏسين وائسين، سو مون کان لڪائين. هاڻي جيڪڏهين ڪي ڏنو اٿئي، جنهن جي ظاهر ڪرڻ ۾ سرڪار جو فائدو آهي ته سگهو ٻڌاءِ."

تڏهن دوتڪ وينتي ڪري چوڻ لڳو، "جيڪڏهين سائينجن ڀروسو ڪن ته سموري حقيقت ظاهر ڪريان؟"

بادشاهه ڪنڌ ڌوڻي چيو "هون." هن وراڻي ڏني، ته جيئن توهان ۾ سنجوڳ هاڻي سرڪار کان باغي ٿيو آهي، ۽ اوهان جي حڪم ڌاران لشڪر ڀيو گڏ ڪري، ۽ هو سگهارو پڻ آهي."

اها ڳالهه ٻڌي بادشاهه جو منهن ڏاڍي هٽي ويو ۽ ڪيترا ئي جاسوس جهٽ پٽ ڀڄيائين، ته ان ڳالهه جو پتو ڪڍي اچو.

ٻن ـ چئن ڏينهن کان پوءِ جاسوس موٽيا ۽ اچي عرض ڪيائون ته "جيئندا قبلا، سنجوڳ جي لشڪر گڏ ڪرڻ بابت جيڪي ٻڌو اٿوَ، تنهن ۾ ذرو به تفاوت ڪونهي."

تڏهن دوتڪ بادشاهه کي چيو ته "سائين، حال اهو آهي، جو اوهان ڪنن سان ٻڌو، غلام ڪا ٻي ڳالهه ڪانه ٿي ڪئي. اڳتي ته مرضيءَ جا مالڪ آهيو."

شينهن چيو، "جيڪڏهن سنجوڳ کي هاڻي ماري وجهندس، ته چوندا ته هيءَ ڪهڙو نه ظالم بادشاهه آهي، جو جنهن کي پاڻ وٽ گهرائي سروپاءِ ڏڪائي ٿو، تنهن کي وري مارائيندي به ويرم ئي ڪانه ٿو ڪري، انهي ڳالهه مان اڻلندو ڪل ٿيندي."

دوتڪ عرض ڪيو "غلام جي ناقص عقل ۾ هيءَ تجويز ٿي اچي، ته بلفعل خزانو هن جي حوالي مان ڪڍي ڪنهن ٻئي کي سونپجي ۽ هن جو قوت پڻ گهٽائي ڇڏجي، جنهنڪري ڪم-قوت ٿي پوي."

بادشاهه دوتڪ جي ڳالهه مڃي حڪم ڏنو، ته "خزانو سنجوڳ جي هٿ مان ڪسي وٺو ۽ سندس قوت پڻ گهٽائي ڇڏيو." تڏهن دوتڪ آتان موڪلائي، ٻاهر نڪري، دربان کي چيو، ته "بادشاهه حڪم ڏنو آهي، ته سنجوڳ کي اڄ ڪان وٺي مون وٽ حڪم ڌاران اچڻ نه ڏجو."

ائين چئي پنهنجي گهر آيو، ۽ سنجوڳ کي آتي گهرائي چيائين ته "بادشاهه توکي چيو آهي، ته ري ڪوٺيو اڳتي مون وٽ متان اچين، لشڪر ۽ فوج رکڻ ۾ مشغول رهجانءِ." مورک ڏٺو، نڳي وزير جي ڳالهه تي پت ڪري ۽ خوش ٿي وڏيڪ لشڪر جي گڏ ڪرڻ ۾ مشغول رهيو، ۽ ڪهٽي ئي ڏينهن گذري ويا، ته بادشاهه جي سلام تي به ڪين ويو.

تڏهن دوتڪ هڪڙي ڏينهن وجهه ڏسي ڪڇهريءَ ۾ ڪنهن کان پڇيو ته "ڪيترن ڏينهن کان سنجوڳ هتي نه اچي؟"

هن ورائي ڏني "مون کي سڌ نه آهي."

تڏهن بادشاهه چيو ته "ڇهن-پنجن ڏينهن کان هو حاضر نه رهي؟"

دوتڪ چيو ته "غلام اڳي ئي حضور ۾ عرض ڪيو هو ته "هن وٽ روزمره لشڪر پيو گڏ ٿئي، ۽ پڪ آهي ته اڄ نه سڀاڻ حضور جن سان سامهون ٿيندو."

بادشاهه چيو ته 'اي دوتڪ! هن جي ڪپٽ ۽ بي ايمانيءَ جهڙن ڪي ڪي ڳالهيون مون چارين جي واتون به ٻڌيون آهن، تنهن ۾ توکي جاسوس جيڪڏهن ڪو عقل وارو سمجهي، ته جهٽ پٽ روانو ڪرينس ته هن جي منصوبي جو واقف ٿي اچي خبر ڏئي.'

تنهن تي هڪڙو عقل وارو ڪئو، جو سندس يار هو تنهن کي پاڙهي پڙ ڪري آڻي بادشاهه جي روبرو ڪيائين، ۽ ان کي مٿين ڳالهه جي تحقيقات لاءِ مقرر ڪرايائين.

جڏهن ڪئو سنجوڳ وٽ ويو، تڏهن سنجوڳ هن سان گهڻو آدرڀاءُ ڪيو ۽ پنهنجي پير ۾ ويهاري گهڻي تسلي ڏئي پڇيائينس ته 'اوهان جو هتي اچ ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟'

ڪئي چيو ته 'دوتڪ وزير مون کي اوهان ڏي موڪليو آهي، هن لاءِ ته بادشاهه جلد سواريءَ تي

نڪرڻ وارو آهي، تنهن ۾ اوهان ڪو لشڪر تيار
ڪيو هجي ته چڱو، جي نه ته بادشاهه جيڪڏهن
پڇي ته ڪهڙي ورندي ڏيونس؟"

سنجوڳ چيو ته منهنجي پاران وزير کي سلام ڏيئي
چئجو، ته "مون بادشاهه جي اقبال سان هڪڙي وڏي
فوج گڏ ڪئي آهي، ۽ ٿورو لشڪر پيو به رکي وٺان،
ته پوءِ خدمت ۾ اچي حاضر ٿيندس." ائين چئي ان
کي سوکڙي سڙي ڏيئي روانو ڪيائين.

جڏهن ڪٿو ڪچهريءَ ۾ اچي حاضر ٿيو، تڏهن
بادشاهه پڇيس ته "ڇا ڏٺئه؟" عرض ڪيائين، ته
"جيئندا قبلا، آءٌ پنهنجي اکين سان ڏسي آيو آهيان،
ته هن بيشمار لشڪر گڏ ڪيو آهي ۽ سندس ڳالهائڻ
ٻولهائڻ، هلت چلت ۽ سندس نوڪرن چاڪرن جي
چوڻ مان ائين پروڙيو اٿم ته هو اڄ نه سڀان سائينجن
سان سامهون ٿيندو."

هيءَ ڳالهه ٻڌي بادشاهه کي اهڙي ڪاوڙ لڳي،
جو اٿندي ئي وجي سنجوڳ کي ماري وڌائين. مگر
موٽي جڏهن هن جي وفاداريءَ ۽ ڀلائيءَ جون ڳالهيون
اچي ياد پيس، تڏهن اوهان ڪائي چيائين، "الا هي
ڇا ڪيم، هو منهنجو مٺو گهڙو نوڪر نه هو! مون
ڇو اُٻهرائي ڪري هن کي ماريو! چڱو ٿئي ها، جو
سندس سچيءَ سان دريافت ڪري، پوءِ جيئن مناسب سمجهه
۾ اچيم ها، تيئن ڪريان ها!"

دوتڪ ڇيو ”خاوند! هاڻي پڇتائڻ اجايو آهي،
ڇاڪاڻ ته هيءَ ڳالهه دنيا ۾ مشهور آهي، جو نڪي
ڀڳو شيشو وري سڄو ٿئي ۽ نڪي مئو پيراڻي وري
جيئي پوي. خدا نه ڪري ها، پر جيڪڏهن هو اوهان
سان سامهون ٿئي ها، ته مرنديءَ گهڙيءَ آهو درد اوهان کي
نه وسري ها، تنهنڪري ويري ماريو ڀلو آهي. جي
اوهان جي هٿان بچي وڃي ها، ته ڪڏهن نه ڪڏهن
وير وٺي ڇڏي ها.“

# باب ٽيون

[جنگ جي بيان ۾]

پنڊت چيو "مون ٻڌو آهي ته ڪنهن سمي خشڪيءَ ۽ پاڻيءَ تي رهندڙن جانورن جي وچ ۾ اچي جنگ-جنگاه لڳي. پاڻيءَ وارن جانورن جو پادشاهه قاز هو ۽ خشڪيءَ وارن جو ڪانڪٽو. جيتوڻيڪ قاز جو لشڪر سرس هو، تڏهن به ڪانڪٽي پنهنجي سياڻپ ۽ تجويز سان سوڀ حاصل ڪئي." شاهزادن پڇيو ته "اهو داستان ڪيئن آهي؟ مهرباني ڪري ٻڌايو."

## ١٥- قاز، ٻگهه، ۽ ڪانڪٽو

پنڊت چوڻ لڳو ته، "هندستان ۾ ڪرنپور نالي هڪڙو شهر آهي. ان جي ويجهو هڪڙي وڏي ڍنڍ هوندي هئي، جنهن تي ڪيترا ونڻ هئا ڪسيون ڦٽي نڪتيون هيون. انهيءَ ڍنڍ ۾ هڪڙو قاز پکي راڄ ڪندو هو، ۽ سڀ پکي پکڻ سندس حڪم هيٺ رهندا هئا."

هڪڙي ڏينهن هو پنهنجي تخت تي خوشيءَ ۾ ويٺو هو ته ايتري ۾ هڪڙو ٻگهه اچي چانئٺ چمي ادب سان هٿ ٻڌي بيهي رهيو. بادشاهه چيس "اڄ بلڪل گهڻن ڏينهن کان پوءِ ڏسڻ ۾ آيو آهين؟"

ٻگهه جواب ڏنو ته "سائين، مان هت خير ڪو هوس، هينئر سامهون هڪڙي اهڙي ملڪ مان هليو ٿو اچان، جنهن جي واکاڻ ڪري نٿو سگهان!"

بادشاھ پڇيس تہ ”ڇا ڏسي موٽيو آھين؟“ عرض ڪيائين تہ ”سائين، ويٺي ويٺي ھڪڙي ڏينھن اچي دل ۾ پور پيم، تہ ڪو جھان جو سير ڪريان، تنھنڪري وطن ڇڏي ٻاھر نڪتس، ۽ گھمندي گھمندي وڃي دکن نڪتس، اتي ھڪڙو جبل ڏسڻ ۾ آيم، جنھن جي چوڌاري طرحين طرحين ميون جا وڻ ڏٺم، ۽ اتي جي رھاڪن کان معلوم ٿيم، تہ اُن ھنڌ پکين جو بادشاھ ڪالڪتو آھي.

تڏھن دل ۾ ارادو ڪيم، تہ وڃي بادشاھ سان ٿوري ملاقات ڪريان. اڃا انھيءَ ويچار ۾ ھيئو ھوس تہ ايتري ۾ اُن بادشاھ جا ڏھ-ٻارھن سپاھي اچي مون کي ويڙھي ويا، ۽ مون سان گھڻي گفتگو ھلايائون. پر آھا گفتگو اھڙي نہ آھي جو ظاھر ڪريان.“

تڏھن قاز چيس تہ ”ظاھر ڪرڻ ۾ ڇا آھي، تون بي ڊپو ٿي ڳالھہ ڪر.“ تڏھن ادب سان چوڻ لڳو تہ ”اي خاوند! ايندڙي شرط ھن جي سپاھين مون کان پڇيو تہ ”تون ڪير آھين؟ ۽ ھتي ڪيئن آيو آھين؟“

مون چيومان تہ ”قاز بادشاھ جي خاص نوڪرن مان ھڪڙو آھيان، ۽ سير جي سانگي اچي ھتي نڪتو آھيان، ھاڻي ھتان پنھنجي ملڪ ڏي ھليو ويندس.“

وري مون پڇيومان تہ ”توھين ڪير آھيو؟“

چيائون ته، ”اسين ڪالڪتي باد شاه جا نوڪر آهيون، جنهن جهڙو باد شاه هن وقت ڪٿي به ڪونهي.“

تڏهن مون چيو ته ”ايتري ۽ وڏائي ۾ هٺ ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور پيو اٿوَ. ڌڻي تعاليٰ جي قدرت اپار آهي، ڏاڍن متي ڏاڍا لڌا پيا آهن.“

تڏهن پڇيائونم، ته ”هاڻي سچ چئو، اسان جو باد شاه وڏو ڪي تنهنجو، ۽ ڪنهن جو ملڪ وڏيڪ وسندڙ آهي؟“

مون جواب ڏنو ته ”اي مورکؤ! ڪاڏي اسان جي باد شاه جو منهن، ڪاڏي اوهان جي باد شاه جو منهن! هڪڙو ڪرنپور شهر ئي اسان جو اهڙو آباد آهي، جو جهڙس ساري دنيا ۾ ڪو مس هوندو، ۽ اسان جي باد شاه جو ثاني اڄ تائين نڪو ٿيو آهي، نڪو ٿيندو، تنهنڪري صلاح ٿو ڏيانوَ، ته هي جهنگ ڇڏي هلي اسان جي باد شاه جي حد ۾ رهو. لوهان جي بادشاه لاءِ ايترو چئبو، ته جتي وڻ نه آهي اتي ڪانڌيرو به درخت آهي. جيڪڏهن اسان جي ملڪ جي پکيڙ ۽ آبادي، ۽ باد شاه جو عدل ۽ انصاف ڏسو، ته عقل ئي هوند چرخ ٿي وڃيوَ ۽ پنهنجو باد شاه ۽ ملڪ ئي هوند وسري وڃنوَ.“

هيءَ ڳالهه ٻڌندي ئي هنن کي اهڙي مٺيان لڳي، جو ساڙي ۾ ٻرجي مون ڪان وير وٺڻ لاءِ سنبريا. ۽ آءٌ اهي ڳالهيون ڪري ايترو پشيمان ٿيس، جيترو هڪڙي ٻيري ڪي پکي هڪڙي باندر کي نصيحت ڪرڻ ڪري ٿيا هئا.“

ڪانءَ پڇيو ته ”اها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

# ١٦- پکي ۽ هڪڙو باندر

پکيءَ چيو، ته "ڪنهن جبل جي پاڙ ۾، هڪڙي واهه جي ڪپ تي، هڪڙو وڏو وڻ هو، جنهن تي پاتين پاتين جا پکي جدا جدا آکيرا جوڙي رهندا هئا. هڪڙي ڏينهن چئن ئي پاسن کان اچي جهڙ ٿيو ۽ وڄ ڪنوڻ لڳي، مينهن به ڇوي ته اچ نه وسان ته ڪڏهن وسان! ڏينهن هئا سياري جا، تنهنڪري ٿڌ به اچي اهڙي پئي، جو ماڻهو پڻ ٿڙڪڻ لڳا.

ايتري ۾ هڪڙو باندر ڏڪندو ۽ ٿڙڪندو، اُن وڻ هيٺ اچي سهڙيو. هن جي هيءَ حالت ڏسي پکين کي ڪهل آئي، تن چيس ته "اي باندرا! ڏس ته سهي، اسين هيڏڙا پکي به پنهنجي بت کي ـ جفا ڏيئي، ڪکـ پن چونبي پنهنجا آکيرا ٺاهي، مينهن جي مند ۾ فرحت سان پنهنجن ٻچن سان گذاريون ٿا، ۽ ڌڻي تعاليٰ توکي هيڏو وڏو جانور اُپايو آهي، ۽ هٿ پير ڏنا اٿس، ته به توکان ايترو به جي نٿو سگهي، جو مينهن جي ڦڙين ۽ ٿڌ جي ڦارکان پاڻ کي ڪري بچائين؟"

جڏهن باندر هيءَ ڳالهه ٻڌي، تڏهن وڻ جي اُتاهين ڏي نهاري چوڻ لڳو "اي منهنجا خاوندا! ڪٿي چور سڄا ڪٿي ڍور سڄا."

نيٺ جڏهن مينهن وسي بند ٿيو، تڏهن آن وڻ تي چڙهي جيڪي آکيرا پکين جا ڏٺائين، سي سڀ پٽي سندن ٻچا ڪيرائي ڇڏيائين.

سو اي بادشاهه! بيوقوف کي صلاح ڏيڻ هٿ وٺي پاڻ لاءِ مصيبت وهائڻ آهي. مون هنن کي ڀلائيءَ لاءِ نصيحت ڏني، پر هنن سمجهيو ته جيڪس اسان جي بادشاهه جي گلا ٿو ڪري، ۽ ڀانيائون ٿي ته هن کي وٺي ماري وجهون. آءٌ ته پنهنجي نالي سان هوس، سو ڪي عقل جي ڪيڏ ۽ ڪي اوهان جي اقبال سان بچي ويس، پر منهنجي وانون نڪري ويو ته "اسان جو بادشاهه چوي ٿو، ته ڪانڪني کي ڪنهن بادشاهه ڪيو؟ تنهنڪري هنن کي اهڙي ڪاوڙ لڳي، جو مون کي چنبن ۽ چهنبن سان چني رتورت ڪري رکيائون. پر مون ٻه منٻهائن ٻن-ڇٽن کي پنهنجي جواني جي زور سان چڱي پوچا ڏيئي ڇڏي."

قاز چيو ته "اي مورک! سياڻي کي سڀڪنهن ڪم ۾ ڌيرج ڪرڻ گهرجي: جيئن حياءُ آهي زال جو سينگار، تيئن ڌيرج آهي مڙس جو. جيڪو اُبهرو ٿي ڪو ڪم ڪري ٿو، سو اهڙو ٻچڙو بي مانو ٿئي ٿو جهڙو هو گڏهه ٿيو هو."

## ١٧- گڏهه، هرڻ ۽ هاري

قاز چيو مون ٻڌو آهي، ته ڪنهن ڪنيءَ وٽ هڪڙو گڏهه هوندو هو. آن گڏهه جي پٺيءَ تي هڪ ڇٽو

ٽيو هو، تنهن تي ڪانون اٽرا لونگا پٽي هنيا، جو گڏهه ويچاري کي اڌ مئو ڪري ڇڏيائون. ڪنيءَ ڏٺو تہ جيڪڏهن پيا ٻہ-ٽي ڏينهن اهڙيءَ طرح هن جي پٺي اُگهاڙي ڇڏبي تہ ڪانوَ هيڪاري چنبي ويندس، تنهنڪري پنهنجي زال کي سڏي چيائين، تہ ”ڪو ڪپڙي ٽڪر هجيئي تہ آڻي ڏينم، تہ هن جي چٺي تي ٻڌي ڇڏيان.“

هن چيس تہ ”شينهن جي هڪڙي ڪل، جا گهٽڻ ڏينهن کان اجائي پيئي آهي، سا جي چوين تہ آڻي ڏيانءِ؟“

ڪنيءَ خوش ٿي اُها ڪل گهرائي، گڏهه جي پٺيءَ تي ٻڌي ڇڏي ڪئي. پر گڏهه، ڪل پوڻ شرط اهڙي ڏيکاري ڏيڻ لڳو، جو ڄڻ ڪو شينهن آهي. ۽ جڏهن گهر کان نڪري ٻاهر وڃي ٻنيءَ ۾ چرڻ ٿي بيٺو، تڏهن ماڻهو هن کي ڏسي، ڀڄي پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي اٿي ڀڳا.

گڏهه ڏٺو تہ بن مدعي بفضل خدا! ٻنيءَ ۾ پهر ٿي ٿي ڪانہ، سو ٿورڙن ئي ڏينهن ۾ ڪائي پيي چرڻ ڪري ڏادو ٿلهو متارو ٿيو. اوچتوئي هڪڙي ڏينهن ڪنهن ٻنيءَ ۾ هڪڙي هرڻ جي هن تي وڃي نگاهہ پيئي، سو بہ ڀڄي هن کي شينهن سمجهي ڀڄڻ لڳو.

تڏهن گڏهن سڏ ڪري چيس تہ ”اي هرڻ! ڀڄ ڪين، آءٌ شينهن نہ آهيان. منهنجو ارادو آهي تہ توسان يارائي رکان؟“

هرڻ سچاتو، ته اهو ڳالهائڻ ته گڏهه جو، شينهن جو نه آهي، سو ماڻڙي ڪري اتي ٻيٺي رهيو. خير، ٻنهيجي اچي ڀاڻ ۾ پريت لڳي، سا اهڙي لڳي، جو رات ڏينهن هڪ جاءِ تي گڏ گذاريندا هئا، ۽ واندڪائيءَ جي وقت ڪنهن ٻه طرح جي جهل پل کان سواءِ ماڻهن جي ٻنين ۾ ڇيڪ وڃي چرندا هئا، يا جتي وڻندو هون، اتي وڃي گهمندا ڦرندا هئا.

ڪنهن ڏينهن چرندي چرندي هڪڙي ٻنيءَ ۾ وڃي نڪتا، جا سائي ڇهڇ ٿي بيٺي هئي. هاري جو ان جي سنڀال لاءِ اتي ويٺو هو، سو گڏهه کي شينهن جاڻي ڊچي ڀڳو، ۽ وڃي ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪو. ۽ هي ٻئي يار دلجاءِ ڪري ٻيهي ان ٻنيءَ ۾ چرڻ لڳا.

اوچتو گڏهه کان خوشيءَ منجهان هينگ نڪري وئي. هرڻ هن جو آواز ٻڌي چرڻ آمالڪ ڇڏي، ڪن ڏيئي ٻيهي رهيو. گڏهه پڇيس ته ”اي يار! چرين چو نٿو؟“

هرڻ چيو ته ”ڪهڙو حال ٿو پڇين؟ تون پنهنجي ڪم ۾ ڌيان ڏي.“

گڏهه ڊوهي وجهي چيس ته ”ڀائي سچ چؤ، مون کان ڪهڙي خطا ٿي آهي، جنهنڪري تون اوچتو ماٺ ۾ ٿيجي ويو آهين؟“

هرڻ ورندي ڏني ته ”اي يار! تنهنجي مٺيسر مون کي اهڙيءَ مورچا ۾ وجهي ڇڏيو آهي، جو ٻيو ڪي

,, ڪين ٿو اُڇهيم، ڇاڪاڻ تي هن مهل اهڙي مٿي سر سان ڳايئہ، جو منهنجو من اداس ڪري ڇڏيئہ!"

گڏهہ چيو تہ "سون ڪي هن وقت تائين پنيءَ سڌ ڪانہ هئي، تہ تون ڪو راڳ جو اهڙو خفتي آهين، نہ تہ جيڪو توکي ڪيتريون ٺومريون ۽ ڌرپد ٻڌايان ها. خير، هاڻي، گذريءَ کي ياد ڪين ڪبو. پر اڳتي ڏسج، تہ آءٌ توکي ڪيترائي راڳ ٻڌائيندو ٿو رهان. ۽ ٻيو ٻڌين ٿو اي يار! آءٌ گهٽو دنيا ۾ پئي ڦريس؛ پر هن علم جو ڀارکو ڪٿي ڪونہ ٿي گڏيم، جنهن کي اهو پنهنجو هنر ڏيکاريان ها."

هرڻ ڍوهي وجهي پڇيس تہ "سچ چؤ تنهنجو استاد ڪير آهي؟"

تڏهن چيائين تہ "گهٽا ڏينهن ٿيندا، جو هڪڙيءَ نديءَ جي ترتي اڪثر ويندو هوس، اتي ڪيترا ڏيڏر اڳ جي چيڙچاڙ ڪندا هئا، تن کان مس مس اهو سر سکيو آهيان."

هيءَ ڳالهہ ٻڌي هرڻ کان ٺهڪ نڪري ويو ۽ چيائين تہ "چو نہ يار! اهڙو قابل ٿيو ٿي تڏهن آهين، جڏهن اهڙن ڏاهن جي صحبت ڪئي اٿئي. هاڻي پڳوان ڪندو، تہ هلي هڪ مٿو ٿي تنهنجو راڳ ٻڌندس."

گڏهہ چيس "جيڪڏهن تون ڌيان ڏيئي ٻڌندين تہ آءٌ چڱا چڱا ڌرپد ٻڌائيندو سانءَ. تنهن وچ ۾ جيڪڏهن چيئن تہ ڪي هوريان آلاپيان؟"

هرڻ جواب ڏنس "متان ڪي ڪڇيو اٿئي! هن وقت جيڪڏهن ڳائيندين، تہ پنهنجي آگهڙ ڪندين."

هن چيو ته ”ڏاڪڙو ڪندس آءٌ، تون رکو ٻڌندين، تنهن ۾ توکي ڪهڙي ٿي تڪليف ٿئي؟“

هرڻ وري ٻه چيس ته ’اي يارا هن وقت ڪي ٻه ڪجهندين ته تنهنجي لاءِ ڀلو نه آهي.“

پر بيوقوف گڏھ کي ايتري سمجھ ڪٿان آئي، جو اهڙا اشارا سمجهي. تنهن ڀانيو، ته هاڻي جيڪڏهن آءٌ نه ڳائيندس ته هرڻ ڀائيندو، جيڪس هن کي ڳائڻ اچي ئي ڪو نه ٿو، تنهنڪري وات ڀري هينگڻ شروع ڪيائين. هن جو هينگڻ ۽ هرڻ جو امالڪ منهن گهنجائي اٿي ڀڄڻ. ٻنيءَ جو راکو، جو اتي ڪنڊ ۾ لڪو ويٺو هو، تنهن جا هيءُ هينگ ٻڌي، سو ڏاڍو خوش ٿي ٻاهر نڪتو، ڇڻ ته کيپ کٽي اٿس ۽ ڪٺندي ئي هڪڙي لٺ، ڀنيان ڊوڙي پنج-چار اهڙيون ڪشي هنيائينس، جو هن جو مٿو ڀ اڌ ٿي پيو.

سو، اي ٻگھ! مون توکي فقط ايتري لاءِ هيءَ ڳالھ ٻڌائي، ته انسان کي گهرجي، جو سيڪنهن وقت پنهنجي زبان پنهنجي وس ۾ رکي. هاڻي سچ چؤ ته تنهنجي ۽ ڪانڪٽي جي نوڪرن جي وچ ۾ وڏيڪ ڪهڙيون ڳالهيون هليون؟“

ٻگھ عرض ڪيو ته ”جيئندا قبلا، جيتريون مون اوهان جي نيڪيءَ ۽ سورهيائيءَ ۽ سخاوت جون ڳالهيون پئي ڪيون، اوتريون ئي ڦيري هنن اوهان جي بدي ۽ بي همتيءَ ۽ ڪنجوسائيءَ بابت پئي ڪيون. ۽

هيئن به چيائون، ته ڪانڪنيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو به
روئي زمين تي بادشاهه ڪونهي."

تڏهن قاز چوڻ لڳو ته "اِهي احمق به من گڏهه
۽ سوئر وانگيان آهن، جي سدائين پنهنجي هٺ ۽
وڏائي کان سيکنهن کي گهٽ پيا سمجهن، پر جڏهن
ڪو مست هاٿي سامهون اچي وڃين، تڏهن آها
ڪلا ئي گم!"

بگهه عرض ڪيو ته "قبلا، هن غلام به هنن کي
هي جواب ڏنو، ته سڄيءَ زمين تي ڪير آهي، جو
اسان جي بادشاهه سان ڪلهو هڻي."

تڏهن چيائونم ته "تون جو بي ڊپو ٿي، شوخيءَ
سان ڳالهيون ڪرين ٿو، سو آهي توکي نه ڦهنديون،
جيئن ته چيو اٿن ته "وت ٿورو چڙ گهٽي، مارڪائڻ
جي نشاني. جيڪڏهين ڪچنديٖن ته تنهنجي لاءِ ڀلو
نه آهي."

موڻ چيو مان ته "آءٌ ٻار ڪين آهيان، جو اوهان جي
دڙڪي پر ڊڄي پوندس."

پوءِ پڇيائونم ته "ڀلا سچ چؤ، تون اسان جي ملڪ
۾ ڪيئن آيو آهين؟"

تڏهن مون چيو ته "هن لاءِ جو توهان جو شهر
ڏسي وڃي پنهنجي بادشاهه سان خبر ڪريان، ۽ اوهان جي
ملڪ تي چاڙهي آڻيانس."

اهي ڳالهيون ٻڌي اهڙي ڪاسٽي لڳين، جو پاڻ ۾ مڙي مون کي مار ڏيئي، جهلي پنهنجي بادشاهه وٽ وٺي ويا.

بادشاهه پڇين ته ”هن غريب کي ڇو جهلي آندو اٿو؟“

چيائونس ته ”هيءُ ڏاڍو ڪپتيو، بڇڙو ۽ لوالائو آهي.“

تنهن تي بادشاهه وري پڇين ته ”هي ڪهڙي ولايت جو آهي؟ ۽ هتي ڇو آيو آهي؟“

تڏهين جواب ڏنائون ته ”قاز جي ملڪ جو رهاڪو آهي، ۽ آن هن کي هن شهر جي ترپاءَ لهڻ لاءِ موڪليو آهي؛ ۽ آن جو ارادو هن جي ڳالهائڻ مان هيءُ سمجهجي ٿو ته، هو اوهان جو ملڪ هٿ ڪرڻ ٿو گهري.

ڪانڪٽي چيو ته ”هن اچ بي ايمان کان پڇو ته تنهنجي بادشاهه جو اهڙو ارادو ڪيو آهي ۽ تو کي هتي موڪليو اٿس، سو ڇو؟“

تڏهين ٻانهي عرض ڪيو، ته ”اسان جي بادشاهه جي گهڻن ڏينهن کان اها اِڇا آهي، ته توهان تي چڙهي ڪري؛ پر پنڌن پيچرن جو آڻ سونهون هئڻ ڪري هن وقت تائين پٺي ترسيو آهي. هاڻي مون کي مڪو اٿس، ته اهڙي جاءِ ڪا ڏسي وانسي اچ، جتي لشڪر اچي ڇانوڻي وجهي. ۽ آءٌ هن جي نوڪرن مان هڪڙو

ادنيٰ نوڪر آهيان. اوهان ٻه هي ڳالهه ٻڌي هوندي ته جيڪڏهن ڪا ڳڪري اسان جي بادشاهه جي سرن اچي پوي، ته ڪنهن کي ٻه مجال نه آهي، جو ڏانهس اک کڻي نهاري.

ايتري ۾ ڪانڪڻي جي وڏي وزير ڳجهه پڪي، ڪرڳس نالي، اچي مون کان پڇيو ته ”تنهنجي بادشاهه جو وزير ڪير آهي؟“ مون چيو ته ”چيهو.“

تڏهين ڪرڳس چيو، ته ”البت اهڙي بادشاهه کي اهڙوئي وزير ٺو ٺهي، جو ساڳئي وطن جو هجي؛ ۽ ڏاهن پڻ چيو آهي، ته جيڪڏهن ڪنهن بادشاهه کي پنهنجو وزير رکڻو هجي، ته چونڊ ڪري خاندان ۽ علم وارو، بي طمع، هموطني، همت ڀريو ۽ خدا ترس ڳولي رکي. ايتري ۾، هڪڙو طوطو، جو اُن مجلس ۾ ويٺو هو، تنهن پنهنجي بادشاهه ڪانڪڻي جي اڳيان اُٿي عرض ڪيو، ته ’قاز جو ملڪ اصل هن بادشاهت سان لاڳو هو؛ پر ٽورن ڏينهن کان قاز باغي ٿي فساد ڪري، اهو ملڪ پنهنجي هٿ ڪيو آهي. هاڻي جيڪڏهين ڪو ڪٽڪ چاڙهي، اُن ملڪ تي موڪلبو، ته آهو اوهان جي اقبال سان سنئين سوڀارو ٿيندو.‘

اها ڳالهه ٻڌندي ئي مون کان ڪل نڪري ويئي، ۽ چيم ته ”جيڪڏهن رکو هن طوطي جي چوڻ تي هو ملڪ توهان جو ٿي پيو، ته اسين ٻه چئون ٿا ته هيءُ ملڪ اسان جو آهي.“

تنهن تي طوطي چيس ته "اي ٻگهه! ڇو ٿو ٻنان سوارت ڪوڙ ڳالهائين؟ تون نه ٿو ڄاڻين، ته ڪوڙ ايمان جي ڪتر آهي؟ ۽ جنهن ڪي ڪوڙ ڳالهائڻ جي علت هوندي تنهنجي ڳالهه تي ڪو به پت نه ڪندو، ۽ نڪي آن جي ڪمن ڪي سچو ڄاڻندو."

مون چيو ته "منهنجو سچ يا ڪوڙ توکي تڏهين معلوم ٿيندو، جڏهن منهنجي ۽ تنهنجي بادشاهه جي وچ ۾ لڙائي لڳندي. دلجاءِ ڪر، ترت ئي توهان جي پسورائي ظاهر ٿيندي، پوءِ اڇا ڪارا پڌرا ٿي پوندا."

هيءَ ڳالهه ٻڌي ڪالڪٽي مرڪي چيو، ته "تون وڃي پنهنجي بادشاهه کي چئاءِ، ته هاڻي لڙائيءَ لاءِ ترت تياري ڪري."

تڏهن مون چيو ته "حضور، منهنجي ڳالهه تي بادشاهه ويساهه نه ڪندو، جيڪڏهن سائين جن کي لڙائيءَ لاءِ سچ پچ سمرٿي ۽ ارادو آهي، ته پنهنجي ڪنهن ايلچيءَ جي هٿان اهو نياپو ڏياري موڪليو."

ڪالڪٽي طوطي ڏي نهاري پڇيو ته "هيءَ ڇا ٿو ٻڪي؟"

طوطي عرض ڪيو ته "خاوند، هي جيڪي چوي ٿو سو سچ آهي، اوهان جو ڏيان ڪنهن ٻئي پاسي ٿو وڃي."

تڏهن ڪالڪٽي حڪم ڏنو، پلا پڇا ڪريو تہ "پنهنجي ڪچهريءَ مان ڪير وڪالت جو لائق آهي؟"

ڪرگس وزير چيو ته "اي جهان پناهه! ڪنهن اهڙي شخص کي موڪلجي، جنهن ۾ علم، رساڪاري، گنڀيرائي، بي طمعي، لياقت، ايمانداري، دليري، خُلق ۽ دانائي،

هي سڀ خصيلتون هجن. ۽ جڏهين بادشاهہ جي روبرو ٿئي، تڏهين ڇهي ڇيڻي جواب سوال ڪري".

ڪانڪٽي چيو تہ "انهي ڪم لاءِ توکان سواءِ ٻئي ڪنهن ۾ منهنجي دل نٿي ھڇي. ڇگو ھئڻ آهي، جو تون وڃي جواب سوال ڪري اچ".

ڪرڪس چيو تہ "غريب نواز! ٻانهي اڳيئي عرض ڪيو آهي تہ ايلچي انهي شخص کي ڪجي، جو پهلوان عاقل، چتر ۽ گفتگو ۾ پورو ۽ سڀڪنهن ٻوليءَ ۾ چالاڪ هجي، ۽ اجايو نہ ڳالهائي، ۽ نہ اهڙي ڳالهہ ڪري، جنهن سان سندس بادشاهہ جي پسورائي پڌري ٿئي؛ ۽ ڏٺيءَ جي ڪم ۾ پنهنجي ساهہ جو ٻہ سانگو نہ ڪري. اهي سڀ ڳڻ هن طوطي ۾ آهن، ۽ هن ڪم جو لائق ٻہ اهو آهي، تنهنڪري طوطي کي موڪلڻ گهرجي".

هيءَ ڳالهہ مجلس جي سڀني صاحبن کي وڻي، ۽ چيائون تہ "سچ، طوطي کان سواءِ ٻيو ڪو ٻہ اهڙو نہ آهي جنهن ۾ اهي سڀ خاصيتون هجن".

تڏهن ڪانڪٽي طوطي کي چيو تہ "تون هن ٻگهہ سان ڳڏجي قاز وٽ وڃ؛ ۽ چئينس تہ تون جو هيترو دماغ ٿو رکين، ۽ پاڻ کي بادشاهن جي قطار ۾ ٿو سمجهين، سو منهنجو ٻہ ڏپ توکي ڪونهي ڇا؟ ۽ پاڻ کي ڀُلي، مون سان ٻَٽَرميچڻ لڳو آهين. جيڪڏهين ھنهنجو ڀلو چاهين، تہ هڪدم خدمت ۾ اچي حاضر

ٿي معافي گهر، يا ڏن ڏياري موڪل، جي نه، ته ناحق هائين گهوڙن جي هيٺان لتاڙجي ويندين، ۽ پنهنجو ملڪ به ويران ڪرائيندين“.

طوطي عرض ڪيو ته ”مون کي اهو سرڪار جو حڪم اکين تي آهي، پر اهڙي نالائق سنگتيءَ سان گڏجي وڃڻ بلڪل نامناسب آهي ۽ جيئن هڪڙي هنس پکيءَ ڪانءَ جي سنگت ۾ پنهنجي جان ڏني هئي، تيئن شايد مون کي به ڏيٺي پوندي.“

تڏهن ڪانڪني پڇيو ته ”آها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

## ١٨— هنس، ڪانءُ ۽ واڍهڙو

طوطي چيو ته ”اوجين شهر جي واٽ تي، جهنگلي انجير جو هڪڙو وڏو وڻ نديءَ جي ڪپ تي بيٺو هو، تنهنجي ٽارين تي هنس ۽ ڪانءُ ٻئي ويٺا هوا. اوچتو هڪڙو مسافر تير ڪمان ساڻ کڻي سج جي تائڙي کان ڪڙائجي؛ آنهيءَ وڻ جي هيٺان ٿڪ ڀڃڻ لاءِ اچي ويٺو. ۽ هڄي اڇڻ ڪري آن وڻ جي ٿڌيءَ ڇانو ۾ ننڊ ڪئي ويس.

جڏهن سج مٿي چڙهيو، ۽ آس جا تڙڪا پنن مان نڪري، هن جي منهن تي پوڻ لڳا، تڏهن هنس کهل آئي ڪانءَ کي چيو ته ”هن واڍهڙوءَ جي منهن تي آس ٿي پوي، تون پنهنجا پر نه پکيڙي هن ٽاري تي وڃي وهين، جتان آس هن تي پوي ٿي، ته هو ويچارو ٿڪل ماندو ٿيل ڀلي ٿورو آرام ڪري وٺي.“

ڪانءَ چيو ته ”جيتوڻي اهو ڪم ثواب جو آهي، ته به مون کي گهڻي ڪانءَ پيئي آهي، جو ايترو ڏاڪڙو ۽ ڪشالو پاڻ تي ڪڻان، اهو ثواب تون ئي وٺي ڪٽ.“

وسوڙل هنس هن جو مڪر نه سمجهي، پاڻ آڏامي آن ٽاريءَ تي مسافر جي مٿان ڇانو ڪري وڃي ويٺو. هو مسافر وات پٽيو سمهيو پيو هو، ۽ هيءَ ڏسي ۽ لچ ڪانءَ هن جي وات ۾ وٺ لاهي، آڏامي ٻيءَ ٽاريءَ تي وڃي ويٺو. ڪوسي وٺ، جا هن وانهڙوءَ جي وات ۾ پيئي، سو سجاڳ ٿي پيو، ۽ هنس کي پنهنجي مٿان ويٺو ڏسي، ڪاوڙجي چوڻ لڳو، ته هيءَ ڪم انهي نامراد جو آهي. ۽ سيگهه مان زه ڪمان تي چاڙهي، اهڙو تير ڪشيائين، جو ڇاتيءَ مان پار لنگهي ويس.

سو اي خاوند! ڪميڻي جي سنگت شل ڏٺي ڪنهن کي نصيب نه ڪري. سياڻن چيو آهي، ته سنگ تاري ڪسنگ ٻوڙي.“

ڪانڪڻي چيو ته ”اي طوطا! منهنجي مرضي نه آهي، ته تون هن ٻگهه سان گڏ گذاريندو رهه، جو تنهنجو به حال هن هنس ۽ ڪانءَ جهڙو ٿئي. توکي ايترا ڏينهن هن جي صحبت ۾ رهڻا ڪين پوندا.“

تڏهن چيائين ته ”سائين جن ٿورن ڏينهن واسطي فرمائين ٿا، ۾ صوفي ويچارو رکي هڪڙي رات جي صحبت کان بيمانو ۽ بڇڙو ٿي پيو هو.“

ڪانڪڻي پڇيس ته ”اها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

# ١٩- صوفي، ڪمينو ۽ ڏوڌياڻي

طوطي چيو ته "ٻڌو اٿر، ته هڪڙو ڪميڻو ماڻهو ڪنهن واٽ تان هليو ٿي ويو. اوچتو رستي تي هڪڙي صوفيءَ سان اچي گڏيو. صوفيءَ پڇيس، ته "اي يار! تون ڪاڏي ٿو وڃين؟" چيائينس ته "آءٌ ڀريائين گجرات ڏي ويندس، آتان ٿي، ٻوءِ اوجين ڏي ويندس."

صوفيءَ چيس ته "جيڪڏهين چوين، ته آءٌ به توسان گڏجي هلان، مون کي پڻ اوڏانهين هلڻو آهي."

هن چيو ته "منهنجي اکين تي به هلڪو آهين، ۽ ڏٺي ڪندو، ته توکي منزل تي صحيح سلامت نيئي پهچائيندس."

صوفي ٿورو سمر واٽ لاءِ ڪٽي، ان سان گڏجي اٿي هليو. جڏهين رات پيئي، تڏهين اُو ٻئي ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃي هڪڙي واڻئي جي هٽ تي لٿا ايتري ۾ هڪڙي ڏوڌياڻي به چاڏي ڏڌ جي ڪٽي اچي اٿي نڪتي، ۽ هنن ٻنهي کي چوڻ لڳي ته "منهنجو گهر پري آهي، جيڪڏهن توهين موڪل ڏيوم، ته آءٌ به اڄوڪي رات جا چار پهر هتي ڪاٽيان."

تنهن تي هنن چيو ته "ڀلي ٽڪ، اسان جون اکيون ٺڏيون، جاءِ گهٽيئي پيئي آهي. پنهنجي چاڏي اسان وٽ رکي، تون هتي سمهي پئو، چاڪاڻ ته هتي ڪتا گهڻا آهن، متان تنهنجو ڏڌ چٽي وڃن."

ڏوڏياڻي ڇاڏي هنن کي سونپي، پاڻ پري وڃي سمهي پيئي. ڪميٽو آڏيءَ جو اٽي ڇاڏيءَ وارو ڏڏ سڀ پيي ڇٽ ڪري، باقي آگهي پگهي صوفيءَ جي هٿن ۽ چپن کي مَکي پاڻ مانڙي ڪري سمهي پيو.

صبح جو هي ڏيئي اٿيا. ڏوڏياڻي ڏٺو ته مارا! ڇاڏيءَ ۾ ڏڏ لهي ئي ڪونه. تڏهين لڳي پنهنجو مٿو پٽڻ ۽ پنهي جو منهن ڏسڻ. جان ڇتائي ڏسي، ته صوفيءَ جا هٿ ۽ چپ ڏڏسان لڦيا پيا آهن. تڏهين نڪا ڪيائين هم نڪا ڪيائين تم، اٿندي ئي صوفيءَ کي ڏاڙهيءَ کان جهلي لوڏيائين، ۽ هڪل مچائي چوڻ لڳي، ته "تو ئي منهنجو ڏڏ کاڌو آهي." ۽ ڇاڏي پڇي، آن جي گيرڻ هن جي ڳچيءَ ۾ وجهي، آٿي بزار ۾ ڪڙو ڪيائينس.

سو اي بادشاهه! جيڪڏهين آءٌ به پکهه سان گڏجي ويندس، ته منهنجو به اهڙو ئي حال ٿيندو."

تڏهين مون چيو ته "طوطا! چو ٿو ايترا نقل نظير هلين ۽ عذر ڪرين. ڊپ لاهي اٿي مون سان هل، ۽ پاڻيهي ڏسندين، ته آءٌ ڪيئن ٿو تنهنجي ٽهل ٽڪور ڪندو هلان. تو اڃا تائين مون کي سڃاتو ڪين آهي."

طوطي چيو، ته "تنهنجي پل ماڻهپائي هن مان ئي معلوم ٿي ٿئي، جو تون هٿ وٺيو ٿو بادشاهن جي وچ ۾ جهيڙو لارائين. آءٌ اهڙو بيوقوف نه آهيان، جو تنهنجي مٺين ڳالهين تي لڳي، جيڏي وٺي هلين، تيڏي هليو هلان."

تڏهين مون چيو، ته ”مون تي ڏٺيءَ وڏي ڀاڄھ ڪئي آهي، جو مون کان اڳا تائين ڪو ٻچڙو ڪم نہ ٿيو آهي، ۽ اڳتي بہ پيئي لڄ مٿس.“

طوطي چيو تہ ”تون ڏهاڙي ايترا ناحق خون ٿو ڪرين، جي ڳائيڻي کان ٻاهر آهن، پوءِ بہ پيو چوين تہ ، مون جھڙو پرهيزگار ڪو ڪونهي.“

تڏهين مون چيس تہ ”تو ڪين ڏٺو آهي ڇا، جو جڏهن پاڻيءَ ۾ پير رکان ٿو، تڏهين ڪيئن نہ ڪنبي هوريان هوريان هلان ٿو، تہ متان ڪو جيءُ جنت منهنجي پير هيٺان چچجي پوي.“

طوطي چيو تہ ”اي مڪريل! تنهنجو هوريان هلڻ بہ ٺڳيءَ کان سواءِ نہ آهي. پاڻيءَ ۾ هري هري ايتري لاءِ هلين ٿو، تہ ڪنهن کي زور نہ اچي. پر ڏڪ ڏڪ ڪنديون مڇيون سڀئي ڳڙڪائي وڃين.“

جڏهن ڪانڪٽي ڏٺو تہ هي ٻئي ڇٽا رد ڪد ڏيڻ ۾ هڪ ٻئي سان مٿو مٽ پيا پون، تڏهين پنهنجي خان-سامان کي حڪم ڏنائين تہ ”ٻنهي واسطي سڳهو سروپا آڻ.“ خان سامان سروپاءِ آڻي حاضر ڪئي، سا بادشاهہ مون کي پهرائي، ۽ گهڻي خاطرداري ڪري موڪل ڏنائينم، ۽ چيائين تہ ”تون اڪيلي وڃ، تہ آءٌ طوطي کي بہ تنهنجي پٺيان ڦاز وٽ موڪليان ٿو.“ ”تنهن تي آءٌ اتان اٿي هيڏي روانو ٿيس، ۽ هاڻي اچي حضور ۾ حاضر ٿيو آهيان.“

وري آئي ٻيهي ادب سان چوڻ لڳو ته "سائين، اوهين ڇو هاڻي ويساوڙا آهيو، آئي لڙائيءَ لاءِ سانباهو ڪريو. ڪالڪتي کي فوج سوڊڙ لڙائي لاءِ آيو سمجهو."

هيءَ ڳالهه ٻڌي ڦاز ۽ سندس وزير ڇيهي ٻنهي ڪلي ڏنو، ۽ ٻگهه کي رمز سان چوڻ لڳا ته ايتري وڏي ۽ ڏکهي سفر تان واه جا سوکڙي آندي اٿيئي."

ٻگهه چيو ته "جهان پناهه، اوهين مڃيو نٿا، پر جيڪي ڳالهيون خيرخواهيءَ جون هيون، سي سڀ خدمت ۾ عرض ڪيم، اڳتي ته مالڪ آهيو."

تڏهين بادشاهه ٻگهه کي چيو ته "جيڪي تنهن جا يائر هجن، تن سڀني کي گڏ ڪري اسان وٽ وٺي آءُ، ته انهن کي نوڪر رکون."

هي ڳالهه ٻڌي ٻگهه ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ ڦاز کان موڪل وٺي، گهر اچي پنهنجن سڀني يائرن ۽ لڳه وارن کي گڏ ڪرڻ لڳو. تڏهين ڇيهي بادشاهه وٽ وڃي عرض ڪيو ته "ڌڻي! ههڙي ڪوٺي شخص کي سرڪار جي نوڪري ۾ وٺڻ واجب نه آهي."

ڦاز ڇيهي کي جواب ڪونه ڏنو، پر چيائين ته "اهڙي ڳالهه، جا اسان اڳي پنهنجن وڏن کان ٻه ڪڏهين ڪين ٻڌي هئي، سا اڄ هن جي واتان ٻڌي اٿون شايد اها ڳالهه سچي هوندي. هاڻي تون ويچار ڪري

ڪا اهڙي تجويز ڪر، جنهن ڪري دشمن غالب ٿي نه سگهي."

چيهي چيو ته "خاوند، انهي صلاح ڪرڻ لاءِ مخفي ڪچهري گڏ ٿيڻ گهرجي؛ ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ڏاهن جي مجلس ۾ ويهي ڪا صلاح ڪبي آهي، پوءِ توڙي ٻين جي ڪن تي انهي جو پرلاءُ نه به ڪري پوي، ته به هو چپن جي چرڻ، ۽ هٿن جي اشارن، ۽ ڪنڌ جي ڏوڻ ڪان ئي صاف معلوم ڪري وٺندا آهن. تنهن ڪري اهڙي هنڌ وهڻ گهرجي، جو ڪنهن کي لڪ ئي نه پوي، جئن ته چيو اٿن، ته ڇهين کي به ڪن آهن."

نيٺ بادشاهه ۽ وزير ٻئي خلوت ۾ ويٺا، اتي چيهو چوڻ لڳو ته "منهنجي خيال ۾ اچي ٿو ته، ڳجهه کي سلوڪ ڪرائڻ لاءِ موڪلجي، جنگ ڪرڻ چڱي نه آهي، ڇاڪاڻ ته اوءَ به ڀاري آهي، الاجي سوڀ ڪنهن جي ٿئي."

قاز کي وزير جي هيءَ صلاح نه وڻي؛ تڏهن چيهي وري عرض ڪيو ته "اول ٻن ٽن عاقلن کي ڪانئڪن جي ملڪ ۾ جاسوسيءَ لاءِ روانو ڪجي، ته ان جي لشڪر جو ڪاٽينو ۽ ڏينهون ڏينهن جو احوال جانچي ڪجهه ڪوه ۾ پهچائين؛ ڇاڪاڻ ته بادشاهه کي گهرجي، ته جڏهن ڪو خوف ڏسي، تڏهن ويسلائي ڇڏي، اڳيئي سنت ان جو تدارڪ ڪري. جاسوسن جي آل اولاد کي

نظربند رکي، متان دشمن سان اُو ملي، پنهنجن ٻچن کي لڪ چوريءَ ولي وڃن ۽ پوءِ سرڪار کان ڦري پون."

تڏهن قاز پڇيس ته "تنهنجي سمجهه ۾ جاسوسيءَ جا لائق ڪير آهن؟"

تنهن تي چيائين ته بيلڪ پهريائين آن کان قسم تي اقرار وٺڻ گهرجي، ته جنهن ڳالهه لاءِ توکي موڪلجي ٿو، سا تون ڪنهن کي به نه چوندين، جيڪڏهن اُها ڳالهه ڪنهن ٻڌي آهي، ته سخت سزا جو لائق ٿيندين. چاڪاڻ ته راز کولڻ مان وڏيون خرابيون پيدا ٿين ٿيون: سڄي ملڪ ۾ ڦرلٽ پئجي ويندي، ۽ دل جي مراد ته چڏيو، پر اصلوڪي ڳالهه به هٿ ڪين ايندي."

تنهن تي قاز يڪدم پيلڪ کي سڏائي، جيئن چيهي چيو هوس، تنهن پٺاندر ان کان قسم تي اقرار وٺي ۽ ان کي سروپاءِ ڏيڪاري جاسوسيءَ لاءِ روانو ڪيو، ۽ زباني چيائينس ته "آءٌ ڏسان، ته تون ڪهڙي سرڪار جي خيرخواهي ڪري ٿو اچين."

ٻن-چئن ڏينهن کان پوءِ ڪهنگ ڪوٽوال بادشاهه وٽ اچي حاضر ٿيو ته "خاوند، ڪالهه، جو خشڪيءَ جو بادشاهه آهي، تنهن وٽان هڪڙو طوطو ايلچي ٿي آيو آهي، جو پنهنجن ٻن-چئن سنگتين سوڌو دروازي تي حاضر آهي، جيڪڏهن حڪم ڏيو ته روبرو اچن."

اها ڳالهه ٻڌي قاز چيهي ڏي نهاريو. چيهي عرض ڪيو ته ”بلفعل حڪم ڪريو، ته جتي پاڻي ڪارو ۽ هوا ٿوري هجي، تتي هنن جي ٽڪڻ لاءِ جاءِ ٺهرائجي، جو آتي ٿورا ڏينهن رهي معلوم ڪن، ته هن هنڌ جي آب و هوا ناموافق آهي. ۽ ائين به سمجهن، ته هتي جيترو وڌيڪ رهبو، تيترو وڌيڪ ڏکي ٿبو. پوءِ پاڻهي پنهنجي بادشاهه ڏي چوائي موڪليندا، ته هن شهر جو پاڻي ۽ هوا پاڻ نه پوندي، ۽ جيڪو هتي اچي، سو مرسهسائي اچي. نيٺ انهي ڌپ ڪان يقين آهي، ته ڪالڪتو هن پاسي اچڻ جو ارادو لاهي ڇڏيندو، ۽ طوطو پڻ وائڙو ٿي پاڻ مرادو موٽي وڃڻ لاءِ موڪل گهرندو.“

هيءَ صلاح ٻڌي، قاز هنن جي رهڻ لاءِ هڪڙي جاءِ رٿي، جتي جو جيڪڏهن ڪو پاڻيءَ چڪو پيئي يا هوا کڻ کائي، ته سگهو ئي اگهو ٿي پوي. موٽي قاز چيهي کي چيو ته ”تو جو اڳي ظاهر ڪيو هو، ته سلوڪ چڱو آهي، ۽ ويڙهه چڱي نه آهي، چو جو هن ۾ هڪڙي چنتا آهي، ۽ هن ۾ هزار چنتائون آهن، پوءِ به الاجي نتيجو سندس ڪهڙو نڪري. سا سڄي ڳالهه غلط آهي، ڇا لاءِ ته فوج ۽ خزانو جن سان ڪم، سي ٻئي مون وٽ مٿو آهن، ڌڻيءَ جي فضل سان مون کي اميد آهي، ته منهنجي سوڀ ٿيندي. تنهنڪري صلح جي ڳالهه موڙڻ ڇڏي ڏي، ۽ ويڙهه ڌڻيءَ کي سوال ڪر، ته منهنجي فتح ٿي.“

چيهي چيو ته "خاوندا! هروڀرو ائين نه آهي، ته گهڻيءَ فوج ۽ گهڻي خزاني سان سوڀ ٿي ٿئي. جيڪڏهن ڪنهن اهڙي ڳالهه حضور جي ڏيان تي وڌي آهي، ته اُن نسوري غلط سمجهي آهي. ڇو ته اوهان جي لشڪر ڪڏهن لڙائي جو منهن، يا جنگ جو ميدان نه ڏٺو آهي، تنهنڪري حال جنگ جو نالو ٻڌيو پيا ڏرندا هوندا. پر جڏهين ويريءَ جي فوج کي سامهون ڏسندا، تڏهين پاڻهي ڏسندؤ، ته سندن پير ڪيئن ٿا ٿڙڪن؛ مون کي يقين آهي ته دشمن جو لشڪر ڏسي پورو ٻيهندا به ڪين؛ ڇاڪاڻ ته هنن اڄ تائين ڪا به جنگ ڪئي نه آهي؛ رڳو سدائين نڪمٺو رهي، ٿڌيءَ ڇانوَ ۾ آرام وٺي ڏٺو اٿن.

تنهن ۾ آءٌ توهان کي منع ٿو ڪريان، ته لڙائيءَ جو خيال پٽيءَ نه ڪجو. تنهن کان سواءِ گهٽا ته وري اهڙا ڏڄڻا آهن، جو گهرن ۾ جهڙا شينهن، ۽ ٻاهر جهڙيون ٻليون؛ ۽ جي جنگ جي ميدان جو ڏس پوڻن، ته هوند ڏهه ڪوهه ڏور پيا ڀڄن. تنهن هوندي به، جيڪڏهن هروڀرو اوهان جو لڙائيءَ ڪرڻ تي خيال هجي، ته جن لڙايون ڏٺيون نه هجن، تن کي سرڪرد و ڪرڻ نه گهرجي، جيئن ته پڌرو آهي، ته ڪانيارا اڻ سرنديءَ کان سواءِ ڪڏهين ڪين وڙهندا آهن.

مون کي ٻگهه جي اشاريَ مان معلوم ٿيو آهي، ته ڪانڪنو لشڪر سوڌو اوهان جي ملڪ تي چڙهي

ڪري اچي ٿو. ڪا مهل نه ڪنهن جهڙي، تنهنڪري بلفعل وقت جي صلاح هيءَ آهي، ته اڳ پوءِ ڪٿي، پريندي ئي ڪا اهڙي تجويز ڪري ڇڏجي، جو پوءِ سوڙهيءَ ۾ منجهي نه پئجي. ۽ جوٽيءَ ۾ پڻ آهي ته جيستائين دشمن پري هجي، تيستائين هن ڪي هٿ هٿ ۾ نه ڏجي، نيٺ جڏهن ڏسجي، ته هاڻي سوڙهو اچي پيو آهي، تڏهين پوءِ ته سامهون ٿيڻ کان سواءِ ٻي مهاڙ ئي ڪانهي.

۽ مون کي هيءُ به معلوم ٿيو آهي، ته ويريءَ جو لشڪر اوهان جي سپاهه کان سرس آهي. تنهن ۾ هيءُ ملڪ اسان جي هٿ مان نڪري نه وڃي، تنهن لاءِ ڪو اهڙو اُپاءُ ڪولي ڪڍجي جو ڪسي ئي نه، چاڪاڻ ته چوندا آهن، ته تر جي ڪٽي سئُو چوٽون کائي. پوءِ جي اُنهيءَ اُپاءُ ڪندي به ڪسي وڃي، ته اُن لاءِ چنتا ڪرڻ نه گهرجي، چاڪاڻ ته جيت ۽ هار ڏئيءَ جي وس آهي."

قاز چيو ته: "چڱو ڀلا، ويچار ڪري آها ڪا حڪمت ٻڌاءِ، جنهنڪري اسان جو ملڪ سلامت رهي." تڏهين عرض ڪيائين ته "هي طوطو جو ايلچي ٿي آيو آهي، تنهن کي هاڻي ڏکي رکڻ واجب نه آهي. پاڻ هن کي حضور ۾ گهرائي اهڙيون مٺيون ڳالهيون ٻڌائجن، جو اُو سرهو ٿئي. ۽ سندس ٽڪڻ لاءِ اهڙي چڱي جاءِ مقرر ڪجي، جنهن ۾ ڪنهن به

طرح جو اهنج نہ هجي. تنهن ڪان پوءِ سياڻن جي صلاح سان هڪ قلعو جوڙائجي.

تڏهن قاز پڇيو تہ "قلعي جوڙائڻ ۾ تـو ڪهڙو فائدو سمجهيو آهي؟" چيائين تہ "قلعي جي وڏي گهرج آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اوکيءَ ويل ۾ ڪو سردار پنجين سوين ماڻهن سان پنهنجي قلعي ۾ اچـي پناهہ وٺي، ۽ دشمن جا پلي تہ ڏهہ هزار سوار ويڙهي وجنس، تہ بہ ڪن ڏينهن تائين هن کي جوکو نہ آهي، تيستري ۾ ڪو نہ ڪو حيلو وسيلو پيدا ٿيو پـوي. ۽ جي ويريءَ جو لشڪر چڙو چڙ ٿي پوي، ۽ ڪو اچي پڌائي، تہ آهو لشڪر پکو ٿو وڃي، تہ آن جي ڇوڻ ٿي هرگز دشمن جي پٺيان نہ پئجي، ڇاڪاڻ تہ اهڙيءَ ريت پٺيان پوڻ مان گهڻن ٿي سان دغا ٿي آهي.

۽ عاقلن چيو آهي تہ جنهن جو لشڪر ٿورو هجي تنهن کي گهرجي تہ پناهہ واري شـهـر ۾ رهـي، ۽ جيڪڏهين پناهہ وارو شهر نہ هجيس، تہ اتانهينءَ ٻانهين، واري پناهہ ڏياري وٺي، جنهن جي چوڌاري آونهي ۽ ويڪري کاهي هجي. ۽ هٿيار پوهار، ۽ آن پاڻي اتـي اڻ مٺو موجـود رکي. جـي اهڙو بندوبست اڳي ئي ٿيو پيو هوندو، تہ دشمن اتي پير بہ پائي نہ سگهندو."

تڏهين قاز پڇيو تہ "اِنهي ڪم جي پوري ڪرڻ لاءِ آءٌ ڪنهن کي مقرر ڪريان؟"

ڇيهي عرض ڪيو تہ ”جيڪڏهن هيءَ ڪم ستت ڪرائڻو هجي، تہ جنهن ۾ اعتماد سارجي، تنهن کي ڇنجي. ۽ مونکي اهڙو پيو خاطريءَ جهڙو سواءِ کهنگ ڪوٽوال جي ڪونہ ٿو سُجهي.“

تنهن تي آن کي انهي مهل گهرايائون، ۽ کيس ساراهي بادشاهہ فرمايو تہ ”اي ڪوٽوال! جيئن ڇيهو ٿو چوي، تيئن هڪڙو وڏو ۽ پختو قلعو ترت تيار ڪراءِ.“

ڪوٽوال عرض ڪيو تہ ”خاوند، غلام اڳيئي قلعو تيار ڪرائي ڇڏيو آهي، ۽ سيڏو سامان ۽ جنگ جو پيو اٿالو بہ جيترو کپي، اوترو سڀ گڏ ڪرائڻ ۾ مشغول آهيان.“

هي ڳالهہ ٻڌي ڦاز ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ اهو قلعو هليو ڏسڻ، جو ڏسڻ سان ڏاڍو وڻيس. پوءِ دلجاءِ ٿيس ۽ کهنگ کي بيحد انعام اڪرام ڏياريائين.

ڪيتريءَ مدت کان پوءِ هڪڙي ڏينهن کهنگ ڦاز وٽ اچي روبرو عرض ڪيو تہ ”خاوند، هڪڙو ڪانءُ نيات سوڏو دروازي تي قدمبوسيءَ لاءِ اچي حاضر ٿيو آهي، ۽ عرض ٿو ڪري، تہ آءٌ اوهان جو نالو ٻڌي نوڪريءَ واسطي پريان سنگلديپ کان ڪهي آيو آهيان. جيڪڏهين مرضي هجي، تہ خدمت ۾ اچي حاضر ٿئي.“

ڦاز چيو تہ ”چڱو، هن کي نوڪر رکنداسون.“

تڏهين چيهي چيو ته ”جو حڪم ٿيو سو واهه، پر غلام ڪي هيءَ ڏپ آهي، ته متان هن ڪانءَ ڪي ڪانڪٽي بادشاهه چارپ لاءِ موڪليو هجي. ۽ جي ائين آهي، ۽ توهين هن ڪي نوڪر نه ڪندا ته راءِ مدن پال واري هلت ڪندو.“

قاز پڇيو ته ”اها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

## ٢٠- راءِ مدن پال، سندس وزير ۽ چار چاري

چيهي چيو ”مون ٻڌو آهي، ته راءِ مدن پال هڪڙي وقت پنهنجي فوج ۽ هاٿي نيئي، هڪڙي قلعي کي گهيرو ڪيو. ڇهن مهنن تائين ويڙهه هلي؛ ۽ ڪيتري ٻه قلعي وٺڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين، ته به ڪي ڪين ڪُٺو. نيٺ هڪڙي ڏينهن لاچار ٿي سندس وزير جو ڏاڍو ڏاهو هو، تنهن چيو ته ”سائين! ڪيترو سارو لشڪر ساراڻيو اٿئون. هاڻي ڪا اهڙي حڪمت ڪرڻ گهرجي، جو فوج به نه مري، ۽ قلعو به ستئي هٿ اچي.“

بادشاهه چيس ته ”جيڪڏهن تنهنجيءَ تجويز ۽ حڪمت سان ائين ٿي پوندو، ته هو قلعو ئي تنهنجي دولت آهي.“

وزير انهيءَ ڳالهه تي خوش ٿي ٽن چئن کي گهرايو: هڪڙو ٻورچي، ٻيو سائيس، ٽيون پيلبان، ۽ ٽئي

ڪي جاسوسيءَ ۽ فريب جا سڀ ڍنگ سيکاري، ۽ گهڻو انعام اڪرام ڏيئي آن قلعي ۾ دغا ڪرڻ جي نيت سان موڪليائين."

هي ليئي چڙا فقيرائو ويس پهري، ڪنهن تجويز سان قلعي ۾ گهڙي ويا، ۽ ڪيترا ڏينهن آتي رهي، پنهنجا ويس وري مٽائي، پنهنجي پنهنجي ڏنڌي جي نوڪري سرڪار ۾ وٺي، ايمانداريءَ ۽ سچائيءَ سان هلڻ لڳا، تان جو اهڙا چست ۽ چالاڪ ڳڻيا آيا، جو سردارن ۾ پڌو.

تڏهن هنن مان هڪڙي کي بورچيخاني جو مير، ٻئي کي گهوڙن جو، ۽ ٽئين کي هاٿين جو داروغو ائين ڪري مقرر ڪيائون ۽ هنن جي طرفان سڀني کي ايتري خاطري ٿي ويئي، جو پاڻ ۾ چوندا هئا ته اسان جي راجا جي سرڪار ۾ انهن ٽنهي نوڪرن جهڙو سچو، محنتي ۽ خيرخواهه ڪو نوڪر ڪونهي.

جڏهن هنن ٽنهي ڇڻن ڏٺو ته هاڻي مائهن کي اسان جي ايمانداريءَ جي بلڪل پڪ ٿي ويئي آهي، تڏهن پاڻ ۾ هڪڙي نويڪليءَ جاءِ تي گڏ ٿي چوڻ لڳا، ته هاڻي جنهن ڪم لاءِ اسان کي وزير هتي موڪليو آهي، سو پورو ڪرڻ گهرجي. نيٺ اها پڪ ڪري ٺهرايل ڏينهن هرڪنهن جدا جدا حوالي ٿيل کاڌي خوراڪ ۾ زهر گڏيو. ۽ جنهن ڪنهن اهو گڏ ٻل کاڄ کاڌو، سو آني جو آني پورو ٿيو،

انهيءَ طرح ڪم پورو ڪري، آهي ٽيئي بروقت قلعي کان ٻاهر نڪري پنهنجي لشڪر ۾ آيا، ۽ اچي وزير سان خبر ڪيائون. وزير بادشاهه وٽ وڃي عرض ڪيو ته خاوند، اوهان جي اقبال سان غلام جي تجويز ڪارگر ٿي. بادشاهه هيءَ خوشخبري ٻڌي، پنهنجي لشڪر سوڌو ڌڪ لاهي ويريءَ جي قلعي ۾ گهڙي پيو.

تنهنڪري، چيهي چيو "اي بادشاهه! ڪنهن بيگاني ماڻهوءَ کي پنهنجي ڪم ۾ دخل ڏيڻ ڏاڍو نقصان آهي."

قاز چيو ته "پلا هن ڪانءَ کي يڪبارگي مون وٽ آڻيو، ته سندس پيشانيءَ مان سهي ڪريان ته ڪي ڏاهو ۽ سياڻو آهي يا نه. جي هوندو ته نوڪر رکي، ڪيس لائق ڪم ڏيندس، جي نه ته رخصت ڏيندو سانس." چيهي جڏهن ڏٺو، ته بادشاهه جي هرو ڀرو ڪانءَ کي نوڪر رکڻ تي مرضي بيٺي آهي، تڏهن لاچار ٿي هن کي پاڻ سان گڏ وٺي آئي، حضور ۾ قدم بوسي ڪرائي. بادشاهه هن جي شڪل ڏسي ۽ گفتگو ٻڌي ڏاڍو سرهو ٿيو، ۽ صلاح ۽ مصلحت جو لائق ڄاڻي، هن کي پاڻ وٽ رکيائين.

هڪڙي ڏينهن چيهي عرض ڪيو ته "خاوند، قلعي ۾ لڙائي جو سامان گهرج آهر هڪيو آهي، هاڻي طوطي کي رخصت ڏجي. هتي هن جو رهڻ

چگو نہ آهي، چاڪاڻ تہ جيڪڏهن وڏيڪ رهندو، تہ ساري احوال کان واقف ٿيو پنهنجي بادشاهہ کي ذري پرزي سوڌو وڃي ٻڌائيندو."

بادشاهہ هيءَ صلاح مڃي، عام دربار ٿيڻ جو حڪم ڏنو. جيڪي جانور پاڻيءَ جا هوا، سي سڀ جڏهن پنهنجي پنهنجي جاءِ تي مجلس ۾ دربار جي وقت برابر هٿ ٻڌي بيهي ويا، تڏهن ڪانڪڻي جي ايلچيءَ کي سڏ ٿيو. کي انهن مان ڊوڙ يا، جي طوطي کي وٺي آيا.

طوطي ادب سان پري بيهي سلام ڪري عرض ڪيو تہ "خاوند، جيڪڏهن حڪم ٿئي، تہ پنهنجي بادشاهہ جو نياپو خدمت ۾ عرض ڪريان." قاز اشارو ڪيو تہ "هائو."

تڏهن طوطي وڏي سڏ چوڻ لڳو، تہ "غلام جي شاهنشاهہ فرمايو آهي، تہ جيڪڏهن قاز کي پنهنجو ملڪ ۽ مال پيارو هجي، تہ ڪچيءَ ۾ گندي وڃهي، سٽت منهنجي پيرن تي اچي پوي ۽ ڏوهہ بخشائي، تنهن کان سواءِ پنهنجي رهڻ جي جاءِ متائي ني ڪري. حضرت سلامت، اسان جي بادشاهہ جي فوج اچا توهان جي ملڪ جي حد کان پري آهي. تنهنڪري توهان جي حق ۾ هيءَ ڳالهہ بهتر ٿيندي، جو کي ٿورا هاٿي ۽ گهوڙا، کي ٿوريون اشرفيون ۽ جواهر، ڏن طريق ترت روانا ڪريو، ڇو جو اسان جي بادشاهہ

جي تابعداري ڪرڻ توهان جي واسطي بيشڪ فائدي واري آهي. جيڪڏهين ائين ڪندؤ، تہ شايد اسان جو بادشاهہ اوهان تي مهربان ٿي، اوهان جو ملڪ ڦٽائي ناس ڪري نہ ڇڏيندو."

طوطي جي واتؤن هي ڳالھ ٻڌي، قاز ٽپي لوهہ ٿي ويو، ۽ فرمايائين تہ "ڪو آهي اهڙو، جو هن جا ڪنيءَ ڪنيڙاٽيون پٽي، حضور ڪان پري ڪري؟"

ڪانءُ جو هٿ ٻڌيو اٿي بيٺو هو، تنهن عرض ڪيو تہ "حضور جيڪڏهن حڪم ڏئي، تہ هن بي ادب سان اهڙي جٺ ڪريان، جو وري ڪو بہ ايلچي ڪنهن بادشاهہ وٽ سنڀالي اهڙي گستاخي ڪري."

تنهن تي چيھي چيو تہ "غريب پرور، اها ڳالھ بادشاهن جي شان ڪان ٻاهر آهي، اَلٽندو بدنامي ٿيندي. سياڻا چوندا تہ اڇيءَ ڏاڙهيءَ سان ڇڻو وزير حضور ۾ حاضر هو، تنهن اهڙي نالائق هلت ڪرڻ ڪيئن ڏني؟ ڇا ايترو نٿي ڄاتائين، تہ ڪٿي بہ وڪيل لاءِ مار ڪانهي؟ ڏئي نہ ڪري، پر جي هي ڳالھ ائين ٿي پوي، تہ ڪنهن بادشاهہ وٽان ايلچي وري ڪڏهين بہ ڪين ايندو. ۽ سياڻن چيو آهي، تہ "جنهن مجلس ۾ پيرمرد نہ آهي، تنهن ۾ جائي هڪڙو نہ پيو ڪم ڪري ٿو، ۽ آها مجلس ئي ڪين ڇڻبي." آءٌ سچ ٿو چوان، تہ اڄ تائين ڪنهن بادشاهہ ايلچيءَ تي هٿ ڪونہ اُلاريو آهي؛ ۽ ڪيتري بہ هن گستاخي ڪئي

هوندي، تہ ٻہ بادشاھہ ھرگز دل ۾ نہ ڪيو ھوندو.
طوطي جھڙو ايلچي ڪٿان ايندو؟ جيڪڏهين آن کي
ماربو، تہ ڏاڍو پڇتائبو."

بادشاھہ جي دل ھنن ڳالھين طوطي ڏي ڪونئري
ڪئي، نيٺ طوطي کي سروپاءِ ڏيڪائي، بادشاھہ موڪل
ڏني. جڏهين ھو پنھنجي بادشاھہ وٽ وڃي پھتو،
تڏھين پڇائونس تہ "ڇا ڪري آئين؟ ۽ ڪھڙا جواب
سوال توسان ٿيا؟ ۽ ھو ملڪ ڪھڙو آھي؟ ۽ موڪل
ڪھڙي طرح توکي ڏنائون؟"

عرض ڪيائين تہ "جھان پناھہ، ڪي ڪين پڇو،
لڙائي جي تياري ڪريو. مون جراب بلڪل ھمت
سان مردن وانگي ڪيا، ۽ قاز جي حشمت کان ذرو
ٻہ ڪين ڊنس. ۽ جو اوھان جو نيا‌ھو ھو، سو قاز کي
پريءَ مجلس ۾ وڃي ڏنم. ۽ ملڪ جو قاز جي ھٿ
۾ آھي، تنھن جي واکاڻ ڪري نٿو سگھان. منھنجي
سمجھہ ۾ تہ بھشت کان ٻہ وڌيڪ آھي. جڏهين آءٌ
آتي وڃي پھتس، تڏھين مون کي ھڪڙيءَ قتل جاءِ
۾ نظربند ڪري رکيائون، ۽ گھڻيءَ محنت سان ھڪڙو
قلعو جوڙائي، تنھن ۾ لڙائيءَ جو ڪيترو ئي سامان
گڏ ڪيو اٿن. پر جي خاوند جي فوج ھن ملڪ جي
وٺڻ لاءِ چڙھي ڌي ڪري، تہ پڪ اٿم، جنگ ۾
پھريائين اھو قلعو فتح ٿيندو، ۽ ھن جو ملڪ مفت
ھٿ لڳندوسون."

تڏهين ڪرڳس وزير دل ۾ ويچار ڪيو ته شايد طوطو هتان ٻي ماڻو ٿي موٽيو آهي، ۽ چيائينس ته "مون ٻڌو آهي، ته قاز تنهنجو گهڻو آدرڀاءُ ۽ خاطر ڪئي هئي، ۽ هرطرح جا ڪاڻ تنهنجي لاءِ موڪليندو هو."

طوطي جواب ڏنو ته "اي وزير! اها ڳالهه سڄي غلط آهي. مهمانداريءَ جي ته هن مون سان هڪڙي وک به ڪانه پري. ٻاڻ هن جي هيءَ وڏي مهرباني سمجهيم، جو هن مون کي جيئرو ڇڏيو.

اها ڳالهه ٻڌي ڪانڪني جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو، ۽ چڙ ۾ حڪم ڏنائين ته "هاڻي جو هاڻي منهنجو تنبو ٻاهر نڪري."

ڪرڳس عرض ڪيو ته "بادشاهن کي ايتري تڪڙ ڪرڻ نه گهرجي، چاڪاڻ ته تڪڙ ۾ ڪم بگڙيو پون. واجب آهي، ته اڄ سڀني اميرن ۽ رسالدارن کي سڏائي، پڇيائين انهن سان صلاح ڪرڻ گهرجي."

بادشاهه اها ڳالهه قبول ڪري سڀني کي سڏائي چيو ته "اي ڀائرو! هڪڙو مشڪل اچي پيو آهي، تنهنڪري ڪا اهڙي چڱي صلاح ڪريو، جو اهو مشڪل آسان ٿئي."

تڏهين سڀني پڇيو ته "اهو ڪهڙو مشڪل آهي؟" فرمايائين ته "قاز منهنجي ايلچيءَ سان گهٽيون جهيڙون

ڪيون آهن، ۽ قلعو جوڙائي وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو آهي."

تنهن تي سپني عرض ڪيو ته "جهان پناهه، جيڪي فرمايو، سو اسين اکين سان ڪريون. جيڪڏهن اسان جي صلاح وٺو، ته، قاز سان لڙائي ڪريو، چاڪاڻ ته، خاوند جي چڱائي اسان کي جنگ ٿي ۾ ڏسجي ٿي، ۽ ان بابت ڪابه چنتا دل ۾ نه ڪريو. نڪي ڪنهن جي ڪچيءَ پڪيءَ ڳالهه تي ڌيان ڏيو. هار ۽ جيت آهي ڌڻيءَ جي وس."

تڏهن ڪالڪنٺي چيو ته "طوطو قاز جي ملڪ جي واڪاڻ سان ڏاڍي ٿي نٿو، ۽ مون کي پڪ آهي ته اها ڳالهه ڪوڙي نه هوندي."

ائين چئي هنن کي حڪم ڏنائين ته "پنهنجي پنهنجي فوج ۽ رسالي کي جلد سنيرايو. ۽ پاڻ جوتشين کي سڏائي جنگ جو مهورت ڪڍايائين.

تڏهين وزير عرض ڪيو ته "سائين جن جيڪو حڪم ڏنو سو واهه، سپني کي قبول آهي. پر تيستائين غلام جي هيءَ صلاح آهي، ته ٿورا ڏينهن پنهنجي مڪان کان ٻاهر چرڻ نه گهرجي، جيستائين لشڪر سڀ گڏ ٿي رهي. ۽ هڪڙي سپاهي سردار کي ٻن هزارن سپاهين سان ترت روانو ڪجي، جي واٽ تي جتي گهٽو پاڻي ڏسن، آتي آمالڪ لهي پون، ته قاز جي فوج هيڏي لنگهي نه سگهي، ۽ سندس لشڪر جي خبرچار هرروز حضور ۾ پهچائيندا رهن."

ڪالڪني چيو تہ ”اي وزيرا اها چترائي ڦٽي ڪري، ڪا اهڙي عقل جي ڪيڏ ڪر، جو ويرين کي سولائيءَ سان مات ڪجي.“

وزير چيو تہ ”جيئن حڪم ٿئي، تئن ڪريان. پر جيڪي ڳالهيون مون پنهنجن وڏن کان ٻڌيون آهن، سي جيڪڏهين حڪم ڪريو، تہ عرض ڪريان.“

تڏهين بادشاهہ فرمايو تہ ”چؤ.“

ڪرگس چيو تہ ”ٻڌو ائم، تہ جڏهين ڪو بادشاهہ ڪنهن جنگ تي وڃي، تڏهين اُن کي گهرجي تہ پهريائين پنهنجي لشڪر کي انعام اڪرام ڏيئي، هنن جي دلبري وٺي؛ ڇاڪاڻ تہ لشڪر جي راضپي تي ئي بادشاهت جي استقامت ۽ بهتري منحصر آهي.

۽ جڏهين ڪوچ ڪري، تڏهين جتي درياهہ جي ڪنڌي، يا جهنگ، يا جبل ڏسي، اُتي غافل نہ رهي ۽ گهٽيءَ خبرداريءَ ۽ هوشياريءَ سان اُتي منزل ڪري. ۽ وڏا وڏا امير اُمراءَ پاڻ وٽ، ۽ چڱا چڱا تيرانداز ۽ بندوقچي، ۽ ڀالي هٿندڙ، ۽ نئين نئين هنر وارا جوان ۽ پهلوان مڙس، هٿيارن پوهارن سان سڄي ۽ کپي پاسي، ۽ چالاڪ توبچي اڳيان ۽ پٺيان رکي، ۽ خزاني تي جوڌا جوان سنڀال لاءِ ڇڏي، متان ڪو دشمن جي فوج مان خزاني جي مٿان اچي پوي. ۽ جي لشڪر ۾ ڪي مريض يا پنگلا ٿين، تہ اُنهن کي پاڻ سان گڏ رکي؛ ۽ اُنهن جي سار سنڀال کان ويسرو نہ رهي.

اهڙيءَ ريت بادشاهه ۽ وزير فوج سوڌا منزل بمنزل وڃن وڃن ويندا، ۽ جتي مقام ڪن، اتي جيڪڏهين ڪنهن به طرح جو ڊپ يا شڪ پوين، ته پنهنجي لشڪر جي چوڌاري ڍينگرن جا لوڙها قلعي وانگي ڏياري، تنهنجي چوگرد تيرانداز سورهه سپاهي چوڪيءَ پهري لاءِ وهارين. ۽ بادشاهه پنهنجن خاص صلاحڪارن سان گڏ وچ ۾ رهي، ۽ خزانو پنهنجي ويجهو رکائي ۽ جنگي هاٿي تيار رکي، جي لڙائي جي وقت ڪم اچن ۽ اميرن کي قلعي ۾ پاڻ وٽ ٽڪائي، ۽ هاٿين تي هودا ۽ پالڪيون، ۽ گهوڙن تي زينون ۽ هنا ڪشيل رکي، ۽ زره پوش پهلوانن کي دروازي تي بيهاري، چوين، ته ساري رات پنهنجي پنهنجي واري تي جاڳندا رهن.

جيتوڻي بادشاهه کي فوج ۽ چونڪيءَ جي دلجاءِ هجي، ته به گهرجيس، ته پنهنجي هشياري ۽ نظر پاڻ ڪري، ۽ پنهنجي فوج کان ٿي ڪوهه اڳواٽ ويريءَ جي لشڪر ڏي چست سوارن کي موڪلي، جي گهمندا ڦرندا ڪنگهندا کٽڪار ڪندا، سڄي رات جاڳندي ڪاٽين. ۽ ڏينهن جو نقاري نوبت جي وڄڻ جو حڪم ڏئي ته ان جو آواز ٻڌي مر ويريءَ جي دل دهلجي.

جڏهين ڌارئين ملڪ جي سرحد ۾ پهچي، تڏهين پنهنجي لشڪر کي پگهار پڙو برابر ڏئي، چاڪاڻ ته اها ٺيٺي نه آهي، جو سپاهي ٺلهي هٿين بادشاهه جي ڪم ۾ جان وڃائيندا يا جنگ ۾ پنهنجا سر وڃائيندا

سڀڪو خدا جو خلقيو آهي، جڏهين هنن کي ۽ هنن جي آل اولاد کي ڪاڏو پيٽو ۽ هرطرح جو سک ملندو، تڏهين البت چت ڏيئي ڪم ڪندا.

بادشاهہ جڏهين لڙائي تي چڙهي، تڏهين گهرجيس، تہ فوج جو پورو بندوبست رکي. سڀني کان اڳي ڳورو توبخانو، تنهن کان پوءِ هلڪو توبخانو، تنهنجي پٺيان امير هاٿين تي، تن جي پٺيان سوارن جي جماعت ۽ سڀني جي پڇاڙيءَ ۾ جنگي هاٿي، ۽ ساڄي پاسي ڀالي هٿندڙ ۽ جنگ جا آزمودگار سورما، ۽ کٻي ڏي تير هٿندڙ ۽ شترسوار، ۽ ڪي جوان مڙس، جن لڙايون ڏٺيون هجن، سي، ۽ ٿورا پيا سپاهي اهڙي هنڌ لڪل رکي جو آنهن جي ڪنهن کي ڪل نہ پوي، پر وقت سر جواب ڪن.

۽ جڏهن ويريءَ جو لشڪر واڌو ڏسي، تڏهين پنهي پاسن کان پنهنجي فوج کي اڳتي وڌائي دشمن تي حملو ڪري. ۽ قاضي ملو نماز پڙهائڻ لاءِ لشڪر ۾ حاضر رکي. ۽ جيڪو سر تان آهو ڪٽي وڙهي، يا ڦٽجي پوي، تنهن کي آن جي سورهيائي آهر بادشاهہ تسلي ۽ انعام ڏي. ۽ جڏهن ڏسي تہ هاڻي ويريءَ جو ڪنڌ ڀڏي ڪري پٺيان هٽي ٿو، تڏهن سڄو لشڪر هاڻين سوڌو انهن تي هڪ واريءَ وڄي ليٽائي تہ ويرين جا سر آنهن جي پيرن هيٺان لتاڙجي وڃن.

پيو غريب پرور، جيڪڏهين پنهنجي فوج ميدان ۾ ۽ دشمن جي جهنگ ۾ هجي، تہ هاٿين ۽ گهوڙيسوارن

کي پٺيءَ د شمن ڏي وڃڻ نه ڏجي، پر حڪم ڪجي، ته سڀ سردار ۽ سپاهي هيٺ لهي، هٿيار ڪٺي اهڙي سورهيائي ڏيکارين، جو ويريءَ جي پاڙ پٽجي وڃي.

جيڪڏهن ڪا ندي يا واهه پنهي طرفن جي ڪنڪن وچ ۾ هجي، ته ٻيڙين تي لشڪر کي چاڙهي، اهڙي ڍول سان ويڙهائجين، جو ويري بيشمار مارجي وڃن.

جي قاز جو لشڪر نديءَ تي، يا ميدان ۾ نه وڙهي ۽ قلعي جي پناهه وٺي، ته پنهنجي لشڪر جي سردارن کي حڪم ڏجي، جو ان جي ملڪ ۾ جتي آن ڏسن، آني ڦُر ٻڌي ڏين، ۽ جيڪي لٽ کان پاڇي بچي، سو ساڙي ڇڏين. ۽ پنيون گهوڙن کي چاري، باغن کي لٽي، گاهه جون دنيون ۽ ڪاٺين جا ڍير ٻاري ڇڏين. ۽ جنهن ڪنهن شئي مان ويرين جو فائدو ڏسن، تنهن کي باهه ڏين، ۽ جتي تلاءُ ۽ واهه هجن، آتي چوڌاري لشڪر رکن، ته پاڻي بند ٿيڻ کان ويري ڏکي ٿين.

ٿيو هيءُ عرض آهي، ته جڏهين ويريءَ جي ڪنڪ تي ڏٺي اوهان کي سوڀ ڏني، تڏهين واجب آهي، ته فوج کي پنهنجي ويريءَ تي لٽ ڪرڻ ۽ پنيان پوڻ کان روڪجي. ڇاڪاڻ ته جنهن وقت سڀئي سپاهي پئسن جي لالچ تي بي سمجهيءَ کان پنهنجي بهادري ڏيکارڻ لاءِ تو هان کي ڇڏي ويندا تنهن مهل اوهين ميدان ۾ اڪيلائي رهجي ويندؤ. پوءِ

جي قاز هوشياريءَ سان فوج لڪائي ڪٺي وهاري
هوندي، جيئن بادشاهن جا وزير دوراند يشيءَ سان
ڪندا آهن، ته اهي اوهان کي اڪيلو ڏسي اچي
اوهان تي ڪاهه ڪندا، ۽ اوهان کي قيد ڪري
وٺي ويندا. آئنده جيت مان هار ٿي پوندي، ۽
سڄي بادشاهت برباد ٿي ويندي. پوءِ ڏٺين ڪان سواءِ
رکيو نوڪرن ڪان ڪابه تجويز ٿي نه سگهندي، ۽
فوج مفت چٽ ٿي ويندي."

تڏهين بادشاهه چيو ته "اي وزير! ايتري چوڻ
جو ضرور ڪونهي. تون منهنجو وزير آهين ۽ هردم
مون وٽ ئي رهندين، پوءِ جيڪي مناسب ڄاڻين، يا
جيئن وڏن کان ٻڌو هجيئي، تيئن ڪجانءِ."

اڃا ٻئي انهيءَ رهاڻ ۾ هئا، ته قاز کي ڪانڪٽي
جي چڙهيءَ ڪرڻ جي خبر پهتي. ۽ جاسوسن جي سردار
جي چڙهي ڪرڻ جي خبر پهتيءَ ۽ جاسوسن جي سردار
پيلڪ، جنهن کي قاز موڪليو هو، تنهن به پنهنجي
شريڪن مان هڪڙي جاسوس کي ڊوڙائي، هي نياپو
ڏياري موڪليو، ته "ڪانڪٽو بادشاهه وڏي اٽالي ۽
ڌام ڌوم سان لڙائيءَ لاءِ گنگاندي جي ڪناري تي
اچي لٿو آهي. اوهين اڃا ماٺ ڪيو ويٺا آهيو. اٿي
هوشيار ۽ خبردار ٿيو، ڇاڪاڻ ته ڪانڪٽي جو وزير
ڪرگس ڏاڍو سياڻو ٻڌڻ ۾ ٿو اچي. ٻيو مون کي
معلوم ٿيو آهي، ته هن کي جاسوسيءَ لاءِ اوهان جي
قلعي ۾ اڪيئي موڪليو آهي.

هي ڳالهه ٻڌي ڇيهي چيو ته، ”اي بادشاهه! غلام پريندي ئي عرض ڪيو هو، ته اهو ڪانءُ ڪالڪتي جو موڪليل آهي، ٻيو ڪير هوندو؟“

ڦاز چيو ته ”اها ڳالهه ٺيڪ نه آهي. جيڪڏهن ڪانءُ مون سان ٺهيل نه هجي ها، ته طوطي جي مارڻ لاءِ ڇو اتي ڪڙو ٿئي ها؟ ۽ قلعي ۾ پنهنجن ٻارن ٻچن سوڌو ڇو اچي ٽڪي ها؟“

ڇيهي چيو ”سچ آهي، ته هو پنهنجن ٻارن ڪي پاڻ سان وٺي اچي رهيو آهي؛ پر ياد رکجو ته ڪڏهن نه ڪڏهن دغا ضرور ڪندو.“

ڦاز وراڻي ڏني ته ”اي ڇيها! نئون نوڪر آڳاٽي کان وڌيڪ ڪمائتو آهي. نئون نوڪر نمڪ حلال ۽ پورهيت ٿئي ٿو، ۽ اهڙا ڪم ڪري ٿو، جي قديم نوڪرن کان نٿا ٿي سگهن. پر بيربل راجپوت جي ڳالهه، تو شايد نه ٻڌي آهي، جنهن نئون نوڪر ٿي پنهنجو سڪيلڌو پٽ پنهنجي ڏڻيءَ تان قربان ڪيو هو.“

ڇيهي پڇيو ته، ”اها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

## ٢١- بيربل نوڪر ۽ سندس ڌڻي

ڦاز چيو ”مون ٻڌو آهي، ته هڪڙي ڏينهن راءِ منڊوڪ تخت تي ويٺو هو، ۽ حجام اچي خبر ڏنيس ته ”بيربل نالي، هڪڙو راجپوت، ڍال ۽ ترار ٻڌيو دروازي تي حضور ۾ اچڻ لاءِ آس رکيو بيٺو آهي.“

راء اشارو ڪيو تہ "سڏي اچينس." جڏهن هو اندر آيو، تڏهن راجا پڇيس تہ "تون ڪير آهين؟ ۽ تنهنجو اچڻ هن ملڪ ۾ ڪيئن ٿيو آهي؟"

چيائين تہ "سپاهي آهيان، ۽ سائينجن جو نالو ٻڌي آيو آهيان."

تنهن تي راء پڇيس تہ "تون مون وٽ نوڪري ڪندين؟"

عرض ڪيائين تہ "جي منهنجي واسطي ڪو ڪم مقرر ٿئي، تہ بيشڪ حاضر آهيان."

پڇيائينس تہ "چا مواجب وٺندين؟ ۽ ڪهڙو ڪم ڪندين؟"

چيائين تہ "پنج سؤ اشرفيون روز وٺندس، ۽ اوهان جي خدمت ۾ رات ڏينهن حاضر رهندس."

تڏهن وري پڇيائينس تہ "توسان ٻيا گهڻا ڇڻا آهن؟"

ورائي ڏنائين تہ "هڪڙي ترار ۽ ٻہ ٻانهون."

راجا فرمايو تہ "هڪڙي سر کي ايترو روزينو ڪٿان ملندو؟"

تنهن تي بيربل سلام ڪري هليو ويو. راء جي ديوان هيءُ حال ڏسي عرض ڪيو تہ "خاوند، هن ڳالهہ ۾ ضرور ڪو ور ٿو ڏسجي، تنهن ۾ اهڙي شخص کي ڇڏڻ نہ گهرجي. گهڻا نہ تہ ٿوراڻي ڏينهن هن کي رکي ڏسجي، تہ خبر پوي، هو ڪهڙي پر جو ماڻهو آهي، ۽

ڪهڙي نمڪ حلالي ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪو اهڙو ڪم ڪري، جو ٻئي ڪان ٿي نه سگهي، ته وڏيڪ وقت رکجيس، نه ته جواب ڏجيس."

راڄ کي ديوان جي ڳالهه وڻي، ۽ هن کي گهرائي پاڻ وٽ نوڪر رکيائين. ۽ هن کي هڪڙي ڏينهن جو مواجب ڏيئي، هڪڙو ماڻهو سندس پٺيون چاري ڇڏيائين، ته هن جو احوال سربستو دريافت ڪري اچي ٻڌاءِ.

بيربل اشرفيون وٺي، موڪلائي پنهنجي گهر وڃي زال کي چوڻ لڳو ته "اڄ آءٌ راڄ منڊوڪ وٽ نوڪر بيٺو آهيان، ۽ هي جيڪي آندو اٿم، تنهن مان هڪڙي ڏينهن جو خرچ ڪڍي، باقي سمورو ڀڳونت جي نالي وراهي ڏي."

انهن چٽي راڄا جي خدمت ۾ موٽي اچي حاضر ٿيو. هن جاسوس اها ڳالهه ٻڌي پنهنجي ڌڻيءَ سان اچي ڪئي، جو ٻڌي ڏاڍي وسمئي ۾ پيو. بيربل ته ڏهاڙي پنهنجو روزينو سرڪار مان وٺي ساڳيءَ ريت ٻڪين ڏکين کي دان پنج ڪري ڇڏيندو هو، ۽ پاڻ اٿي پهر راڄا جي محلات تي چوڪي پهرو ڏيندو هو، ۽ ڪڏهن به گهر وڃڻ لاءِ خوشيءَ سان موڪل نه وٺندو هو. اهڙيءَ طرح ڪيترا ڏينهن گذري ويا.

هڪڙي ڏينهن مينهن جي مُند ۾ اهڙو اتفاق اچي ٿيو، جو رات جو سڪر پيا ڳجن، وڄ پئي کنوي،

مينهن وسي بس ٿيو آهي، ۽ اندوڪار اهڙو جو هٿ هٿ کي به ڏسي نه سگهي، اوچتو هڪڙيءَ زال جي روئڻ جو پرلاءُ راءِ جي ڪن تي پيو. سو ننڊ مان جاڳيو، ۽ آئندي شرط شمع هٿ ۾ کڻي محلات جي اڱڻ ۾ بيهي سڏ ڪرڻ لڳو، ته "منهنجي چوڪيدارن مان ڪا پهر جاڳي ٿي؟"

آتي بيربل ادب سان سلام ڪيو، ۽ ڏنڊوت ڪري عرض ڪيائين ته "غلام حاضر آهي."

تڏهين پڇيائينس ته "تون ڪير آهي؟"

جواب ڏنائين ته "آءٌ بيربل، سرڪار جو نئون نوڪر آهيان."

پڇيائينس ته "تون پنهنجي گهر چو نه وڃين؟"

چيائين ته "منهنجي عادت نه آهي، جو جنهن سردار وٽ نوڪر بيهان، تنهن جي چٽي ڏاران پنهنجي گهر هليو وڃان. سدائين ڏينهن جو وٽس رهندو آهيان، ۽ رات جو بيهي پهرو ڏيندو آهيان."

ايتري ۾ جا شمع راجا جي هٿ ۾ هئي، تنهنجي سوجهري تي ڏٺائين ته راجا جي اکين مان لڙڪ پيا وهن. تنهن تي حيران ٿي پڇيائين ته "مها راج، اوهين چوٿا روئو؟"

راجا فرمايو ته "هڪڙيءَ عورت ڪنهي اهڙي ڏک ۽ سوز مان ويٺي رني، جو ان جي دردناڪ آواز ڪان منهنجي اکين مان ڳوڙها ڳڙي ويا آهن."

بيربل نمي چيو ته ”غلام کي هاڻي ان بابت ڪهڙو حڪم ٿا ڏيو؟“

راجا فرمايو ته ”وڃي دريافت ڪر، ته هيءَ زال ڪٿي آهي ۽ ڇو ٿي روئي؟ جيڪڏهن پيسن جي لوڙ هجيس، ته ايترو وڃي ڏيارينس، جو جان جيئري هجي، تان تنگي نه ڏسي.“

بيربل هي حڪم ٻڌي جتان آواز ٿي آيو اوڏانهن هليو. جڏهن راجا ڏٺو، ته هيءُ هن جي تلاش لاءِ وڃي ٿو، تڏهن دل ۾ خيال آيس، ته رات اونداهي آهي، ڏسندم ڪونه ڪو-بهتر آهي، ته مان به هن جي پٺيان لڪي وڃي ڏسان، ته ڪيڏانهن ٿو وڃي، ۽ ڇا ٿو ڪري. اهو خيال ڪري، ترار هٿ ۾ ڪٺي سندس پٺيان اهڙو هوريان هوريان هليو، جو هن کي ڪل ئي ڪانه پيئي.

بيربل شهر جي ٻاهر وڃي چارئي ڪنڊون ڍونڍي، نيٺ هڪڙي هنڌ ترسي، انهي آواز تي ڪن ڏنو، ته معلوم ٿيس، ته اهو آواز ڏکڻ پاسي کان ٿو اچي. تنهن تي ڪاهي اوڏانهن هليو. راجا، جو پٺيانس لڪو آيو، تنهن پنهنجي دل ۾ چيو، ته هي ڪهڙو نه نوڪر منهنجو گهڻگرو آهي، جو منهنجي حڪم تي هيتري محنت ۽ جفا ٻاڻ تي سهي ٿو. نيٺ بيربل ڇا ٿو ڏسي، ته هڪڙي جوان ۽ خوبصورت زال زار زار ويٺي روئي. تنهن کي اکيرو ٿي پڇيائين، ته ”اي ماتا!

مون کي ڇو مفت ھيترو ڏوڙايو اٿئي؟ ڪھڙو سبب آھي، جو تو ھيترو رودن ڪيو آھي؟"

زال چيس تہ "آءٌ ھن ملڪ جي راجا جي عمر آھيان؛ منھنجي دولت مان مون گھڻا سک ماڻيا آھن. ھاڻي ھن جي حياتي پوري ٿين ۾ باقي ھڪڙي پھر رات جو رھيو آھي، تنھنجي ارمان ڪان ٿي رئان."

بيربل ھيءَ ڳالھ ٻڌي، ٽڏا شرڪارا ڀريا، ۽ ڪرم تي ھٿ ھڻي ھاءِ ھاءِ ڪري چوڻ لڳو تہ "بس، جيڪو ايشور جو ڀاڻو! لکئي کي ڪير آڏو ٿري! جيڪڏھن ڪنھن ماڻھوءَ سان ڪم پوي ھا، تہ پنھنجي وسؤن ڪين گھٽايان ھا."

وري ان زال ڏي نھاري پڇيائين، تہ "اي ماتا! ڪنھن ريت راجا جي ڄمار وڌي سگھندي؟"

ھن جواب ڏنو تہ "جي تون ھڪڙو ڪم ڪري سگھين، تہ مون کي اميد آھي، تہ وڌي پوندي."

بيربل پڇيس تہ "اھو ڪھڙو ڪم آھي؟ ٻڌوان ڪندو، تہ پنھنجي پڄنديءَ آھر ڪين گھٽائيندس."

زال چيس تہ "ھن راجا جي سرڪار ۾ بيربل نالي ھڪڙي نوڪر کي ھڪڙو سڪيلڌو پٽ، جنھن ۾ سڀاڳائيءَ جا چنھ، ئي لڇڻ آھن، تنھنجو جي سر وڍي، منگلا ديويءَ تي سچ آيرڻ ڪان اڳي چاڙھين تہ، تہ سو يقين آھي، جو تنھنجو راجا ٻچي پوندو ۽ سؤورھ وڌيڪ جيئندو."

اها ڳالهہ چئي هوءَ زال تہ سندس اکين کان غائب ٿي ويئي. راجا، جو هن جي پٺيان بيٺو هو، تنهن هي سڀ ڳالهيون پنهنجي ڪنن سان ٻڌيون هيون.

بيربل جو اتان ڊوڙيو، تنهن سڌو پنهنجي گهر اچي پنهنجيءَ زال کي جاڳائي ساري حقيقت ٻڌائي. زال جواب ڏنس تہ "جيڪڏهن منهنجي پٽ جي سر ڏني راجا بچي پوي تہ پيو ڇا گهرجي. ڇاڪاڻ تہ اسين ان جو نمڪ ايتري ئي لاءِ کائون ٿا، تہ هن کي اهڙيءَ مشڪلات جي وقت ۾ ڪم اچون." ۽ پيو چيائينس تہ "اي بيربل! سيگهہ ڪر، متان رات نہ وهامي وڃي." جيتوڻيڪ مڙس جي دل ولان اها ڳالهہ ڪيائين ٿي، تہ بہ اندر ۾ لچي، هڪڙيءَ پل ۾ ايترا ڳوڙها ڳاڙيائين، جو سڄي هنج پنهنجي ۽ پٽ جي پڇائي ڇڏيائين.

هيءَ حالت ڏسي بيربل ڇوڪر کي اتان ڪٽي، منگلا ديويءَ جي مندر ۾ ويو، ۽ هن کي سنان ڪرائي، سندس مچتا گهريائين. ڇوڪر بہ راضي ٿي، آڪار ڏني. تڏهن بيربل ڇوڪر کي هنج ۾ وٺي ڳچيءَ تي سير وهائي چيو "هي پرماتما! هزار شڪرانا، جو منهنجي پٽ سر ڏيڻ ۾ ڪهايو ئي ڪين."

ائين چئي ڪنڌ هيٺ ڪري، دل ۾ چيائين تہ پنهنجي ڏٺي جو بار تہ مٿي تان لاٿم، پر منهنجو هوئي دنيا ۾ اهو سڪيلڌو پٽ، جنهن کي پنهنجن هٿن

مان ماريم. هاڻي جيڪڏهن جيئرو ٿو رهان، ته ڏک کان ڇٽڻ ڪونهي. تنهن ۾ بهتر آهي، ته ههڙي ڪوڙي پٽ پٺيان مان به ساهه ڏيان. نيٺ ساڳئي ترار سان پنهنجو سر به وڍيائين.

بيربل جي جوءِ به، جا شروعات کان وٺي سندس پٺيان لڳي آئي هئي، ۽ پري کان لڪي بيٺي اها حالت ڏٺائين، سا پنهنجي پٽ کي ڪسندو ڏسي، يڪدم وسامي بي هوش ٿي ويئي. وري ٿوريءَ ويرم کان پوءِ جڏهن سامت ۾ آئي، ۽ ڏٺائين ته مارا منهنجي پٽ ۽ منهنجي مڙس ٻنهي جون سسيون لٿيون رکيون آهن؛ تڏهن نراس ٿي، پنهنجو به سر آتي جو آتي ساڳئيءَ ترار سان ڪپي رکيائين.

راجا اهو حال پري کان ڏسي، انهن ٽنهي لٿل سسين جي ويجهو اچي اوچنگار ڏيئي، دل ۾ چيو، هنن ته ٽنهي پنهنجا سر مون تان قربان ڪيا، هاڻي جيڪڏهن اهڙيءَ حالت ڏسڻ کان پوءِ جيندس، ته مون جهڙو ڪٺور دل دنيا ۾ ليکبوئي ڪونه. تڏهن سڻتئي مندر ۾ گهڙي، انهن ٽنهي جي پيرن تي پيئي اچا پانيائين ته پنهنجي سسي لاهيان، ته ايتري ۾ ديويءَ درشن ڏنس، ۽ هٿ کان جهلي چيائينس ته "اڙي راجا! بيربل وڏيڪ چاڪيو آهي، جنهن لاءِ سر ڏيڻ واسطي تيار ٿيو آهين؟ هن رڳي نمڪ حلالي ڪئي آهي، تنهن لاءِ توکي سر ڏيڻ مناسب نه آهي."

راجا چيو ته "جيڪڏهن اهڙي نمڪ حلال لاءِ پنهنجو سر نه ڏيان، ته منهنجي اهڙي جڙ ڪي حيف آهي."

ديوي هيءَ ڳالهه ٻڌي ڏاڍو خوش ٿي، ۽ چيائين ته "مان توکان گهڻي پرشن ٿي آهيان. هاڻي جيڪي گهرڻو هجيئي، سو گهر، ته آءٌ تنهنجي لاءِ ڀڳوان کان گهران."

راجا چيو ته "ڏئيءَ جي مهرباني سان مون وٽ سڀ ڪجهه آهي، ڪنهن ڳالهه جي ڪمي ڪانهي. جيڪڏهن ڪا توکي پهچ آهي، ته هيءَ دعا گهر، جو هي ٽيئي ڄڻا وري جي پون." هي سوال ٻڌي ديوي الوپ ٿي ويئي، ۽ هو ٽيئي آتي جو آتي وري اٿي کڙا ٿيا.

راجا اتان لڪي سامهون پنهنجي مڪان تي اچي مس ويٺو، ته مٿان بيربل ترار هٿ ۾ ڪري اچي پهتو. راجا چڙي چيو ته "اي بيربل! ڏاڍو ارمان آهي، جو جنهن ڪم لاءِ توکي موڪليم، تنهن جو اجا تائين جواب ڪو نه آنداءِ."

بيربل چيو ته "سائين، هڪڙيءَ زال رڻ پٽ ۾ ويٺي رنو، ۽ مون کي جو ڏٺائين، سو اتي جو اتي غائب ٿي ويئي. پوءِ مون هيڏانهن هوڏانهن گهڻيئي دانهون ڪوڪون ڪيون، پر ڪابه ورندي ڪانه مليم ۽ نڪا سڌ پيم، ته هوءَ ڪاڏي هلي ويئي."

راءِ هي ڳالهه ٻڌي، اکين ۾ پاڻي آڻي چيو ته "همت ۽ پهلواني ۽ دل وڏيءَ جا لڇڻ جيڪي

بادشاهن ۽ راجائن ۾ هئڻ گهرجن، سي سڀ تو ۾ آهن. پوءِ جيڪي نيڪيون ۽ چڱايون رات جو پنهنجن اکين سان ڏٺيون هئائين، سي سڀ پنهنجن صلاحڪارن کي ٻڌايائين. ۽ بيربل کي ڳرائي پائي سرو پاءُ ڏڪائي، ۽ ڪيترو سارو مال ڏيئي، پنهنجي ملڪ جي حڪومت ۾ اڌ ڀائيوار ڪيائين.

سو، "اي ڇيها، بيربل نئون نوڪر هو. تنهن ڏس ته ڪهڙو نه ڪم ڪري ڏيکاريو." هي ڳالهه ٻڌي ڇيهي کي تسلي ٿي، ته بادشاهه جي ليٽ ڪانه ڏانهن گهٽي آهي، تنهنڪري پنهنجي ڳالهه قطع ڪري چيائين ته "اي بادشاهه! سچو وزير انهي کي چئبو آهي، جو سچ چوي ۽ خوشامد کان پاسو ڪري. سائين جن سو هن کي نوازين ٿا، پر هو دوهه ڪندي ويرم ني ڪانه ڪندو."

ڦاز چيو "جي دوهه ڪندو، ته پنهنجي لاءِ ڀلو نه ڪندو، پيو مون کي ڇا ڪندو؟"

ڇيهي چيس ته "جيڪو پاڻ لاءِ ڀلو نه ڪندو، تنهن کان پر لاءِ ڪهڙو ڀلو نه ٿي سگهندو. شايد اوهان هن ڀٽ جي ڳالهه نه ٻڌي آهي، جنهن پنهنجي ٻچڙيءَ خصلت کان سيني پاڙيسرين کي تپائي ڪنيو هو."

ڦاز پڇيس ته "اها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

# ۲۲- پٽ ۽ پاڙي وارا پانيڻ

چيهي چيو "ڳالهه ڪندا آهن ته ڪنهن شهر ۾ هڪڙو پٽ پانيڻن جي پاڙي ۾ رهندو هو، سو سدائين هڪڙي نه ٻي سوسڙي پيو ڏکائيندو هو. ۽ جڏهين ڏسندو هو ته هاڻي پاڙيوارن فرياد ڪيو آهي، تڏهين هڪ نه ٻئي پاسي منهن ڏيئي ڀڄي ويندو هو. شهر جو ڪوتوال جڏهين ڪيس ڳولڻ لاءِ ايندو هو، ۽ گهر ۾ نه ڏسندو هوس، تڏهين ويچارن پاڙيوارن کي ڪوڙو سمجهي، ناحق هنن کي هٿ ڪڙيون وجهي، ڪچهريءَ ۾ آڻي ڏهن-ويهن ڇٽن جي اڳيان اهڙي جٽ ڪندو هو، جو شل ڪنهن نالائق سان به نه ٿئي. نيٺ آو پانيڻ لاچار ٿي ٿوري گهڻي رشوت ڀاسي، آتان پاڻ ڇڏائي ايندا هئا. اهڙيءَ طرح ويچارا پاڙي وارا پانيڻ هن پٽ جي آهيءَ ۾ اچي ڪيترا ڏينهن ستايا پئي. هڪڙي سال اهڙو اتفاق ٿيو، جو آرڙهه ۾ پاڻي کوهن مان سڪي تار ڪائي ويو، ۽ پانيڻ پاڻ ۾ صلاح ڪري، هڪڙو نئون کوهه کوٽڻ لڳا. ايتري ۾ پٽ ور ڪري اچي چڙڻ لڳن ته "مون کي به هن کوهه کوٽڻ ۾ پاڻ سان همراهه ڪريو، ته آءٌ پاڻ هن کوهه جو پاڻي حلال ڪري پيان."

تنهن تي سڀني چاتو، ته جيڪس هن جي گهٽ ۾ پيگوان هاڻي مهر وڏي آهي، جو ٻچڙائيءَ کان پاسو ٿو ڪري، ۽ راضي ٿي کوهه کوٽڻ ۾ پاڻ سان شريڪ

ڪيائونس. پر هو ڪميٽو رڳو نالي جو ڪوڏر کي هٿ لائي، ماٺ ڪري پري وڃي ويهي رهندو هو. جڏهن کوهہ کوٽجي تيار ٿيو، ۽ سڀڪو ان مان پاڻي ڀرڻ لڳو، تڏهن پٺ اچي ڊوهي وجهي چيئن، تہ "خبردار، جيستائين کوهہ جي پاڻيءَ جو حساب ڪتاب مون سان نہ لاٿو اٿو، تيستائين مٿان ڪو ان کوهہ جو پاڻي پيئندو هجي."

هنن جواب ڏنس، تہ "تنهنجو حصو تمام ٿورو ٿيندو، سو وٺي ڪري پنهنجي هٿ ڪر، ۽ پوءِ پنهنجي حصي جي پاسي کان سدائين پاڻي ڀريندو رهج."

تڏهن هن چيو، تہ "چڱو ڀلا، جي توهين پنهنجي حصي جا مختار آهيو، تہ آءٌ پنهنجي حصي جو مختار ٿي آن ۾ زهر گڏيندس." برهمڻن ڏٺو تہ هيءَ ڳالهہ هن لچ کان پري نہ آهي، تن ويچارن ٿورا گهڻا پئسا ڏيئي، کانئس سندس حصو ڇڏايو.

جڏهن آهي پيسا کائي کپائي رهيو، تڏهن موٽي اچي آرام ڦٽس، تہ هاڻي ڀيو ڪهڙو حيلو ڪريان. نيٺ هڪڙي ڏينهن واچ اچي ڏادي لڳيس، تڏهن هي پنهنجي گهر جي اڳڻ ۾ ويهي سڏ ڪري چوڻ لڳو، تہ "ٻڌو ٿا اي پاڙيسريوا آءٌ توهان کي اڳي ئي ٿو چتايان، تہ منهنجي گهر ۾ نانگ ۽ وڇون تمام گهڻا ٿيا آهن، تنهنڪري پانيان ٿو، تہ ڪري باهہ ڏيانس. تنهن ۾ اوهين خبردار ٿجو، مٿان ڪو سڀاڻي ڏرمائي

ڏوراهو ڏٺي، ته پٽ پنهنجي ٻاڙ ڀيرين ڪي ساڙي ڇڏيو.“

هيءَ ڳالهه ٻڌي سيٺي ٻاڙي وارا پنهنجن گهرن مان نڪري آيا، پٽ کي پيرن پيا ۽ چيائونس ته ”اي يار! تو جهڙو ٻاڙيسري ڪٿان ملندو، جو ٻاهه ڏيڻ کان اڳي اسان کي چتائي؟ هاڻي اسين توکي ڪي پيسا ڏيون ٿا، سي تون وٺ، ۽ باهه جي ڀچر ڦٽي ڪر. ۽ جي ٿي سگهي، ته ڪا بي اهڙي تجويز ڪجاءِ، جنهنڪري تنهنجي گهر مان اهي نانگ وڃون نڪري وڃن.“

ائين چئي پاڻ ۾ ڦوڙي ڪري هن کي پيسا ڏنائون ۽ پوءِ گڏ ٿي چوڻ لڳا، ته ’اي يائرو! اهڙي روبڪار ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جو ڪنهن ڏينهن هي پٽ اسان کي ساڙي ڇڏيندو، يا ڪنهن ٻيءَ اڙيءَ ۾ ڦاسائيندو. پوءِ جي اسين اُن سان مٺو نه ٻوليندا سون، ته هو شايد پاڻ کي ماري ڇڏيندو. نيٺ ڪم وڃي ڪوتوال سان پوندو، ۽ هو اسان کي شاهوڪار ڄاڻي ڦريندو. تنهن ۾ بهتر آهي، جو هي ڳوٺ ئي ڇڏي، ٻئي ڪنهن ڳوٺ ۾ هلي رهجي.“

اها صلاح ڪري سيٺي ٻانيڻ راتوواهه آٿي پيڪا، ۽ پرهه ڦٽندي سان ڏهه ڪوهه پنڌ هٽي نڪري ويا، انهي ڏپ کان، ته متان هو پٽ پٺيان ڪاهي پوئون.

سو (چيهي چيو) ”سائين، هن ٻڍڙي ماڻهوءَ جي ڏپ کان چڱا مڙس به پڇي پرديسي ٿي پيا.“ تڏهن قاز چيس ته ”اي چيها! ڪانءَ کي هتان ڪڍڻ کان پوءِ پاڻ جهڙي جا تهڙا رهجي ويندا سون. چاڪاڻ ته هڪڙو ڪانءُ پنهنجي سيني سنگتين سوڌو هليو ويندو، پيو ته ان جي وڃڻ کان پوءِ ڪانڪني جي سپاهين کي ريهي ريبي اسان ڏي آڻڻ لاءِ سعي ڪندڙ ڪونه ٿيندو، ۽ ٿيون ته سپيئي پائيندا ته قاز کي لشڪر سان شايد ڪم ئي ڪونهي. تنهنڪري ڀلي ته ڪانءُ هتي پيو گذاري.“

هيءَ ڳالهه ٻڌي چيهي لاچار ٿي ڪري ماٺ ڪئي تڏهن وري قاز چيس، ته ”اي وزيرا! هاڻي ويريءَ جي ٽارڻ لاءِ ڪو اپاءُ ڪر. جيئن پوءِ تيئن هو اچن ويجهو پوندا. ڏسجائين، متان غافل ٿيو آهين.“

چيهي چيو، ”مون جاسوسن جي واتان ٻڌو آهي، ته ڪانڪني جو وزير ڪرگس، ڏاڍو سياڻو آهي؛ سو پنيءَ وڙهڻ ڪين ڏيندس. پر جي اهڙي ڏاهي وزير جي ڳالهه کي لنوائي، بادشاهه لڙائيءَ تي ايندو ته هو وڏو نادان چئبو، ۽ پنهنجو لشڪر هٿ وٺي مارائيندو. تنهن تي اي بادشاهه! اڇا تائين ڪانڪني جي لشڪر اوهان جي قلعي کي گهيرو ڪونه ڪيو آهي؛ تنهنڪري گهرجيو ته پنهنجي ڪوٽوال کي سڏائي حڪم ڏيو، ته جنهن رستي کان دشمن جي

اچڻ جو ڏپ هجي تنهن کي ترت وجي بند ڪري، ۽ جتي جهنگ جهر هجي، تتي پنهنجو لشڪر هڪيو رکي، ۽ جڏهن دشمن جو اڳايل ۽ پڪايل ڪٽڪ ٿڪجي ماندو ٿي اچي ڪاٽي پوي، تڏهن گهرجيس، ته اُن تي اُتي ئي چڙهي ڪري، يا جنهن وقت ويريءَ جي فوج جهنگ يا جبل جي گهاٽ مان لنگهندي، يا نديءَ تي لهندي ڏسي، تنهن وقت مٿن ڪاهه ڪري يا جي رات جو جاڳيا هجن ۽ صبوح جو ننڊا ڪرا ٿي هشيار پوهار چوڙي بي اونا ٿي سمهي پون، ته ان حالت ۾ اتي گهڻين. اهڙن ڪمن لاءِ سياڻا اهڙيون مهلون ڳوليندا آهن."

جڏهن قاز هيءَ تجويز ٻڌي تڏهن ڪهنگ ڪوٽوال کي سڏائي، چيهي جي صلاح پٽاندر حڪم ڪيائين. تنهن تي ڪوٽوال پنهنجو لشڪر وٺي نڪتو، ۽ نڪرندي شرط ڪانڪني سان مقابلو ٿي ويس. ٻنهي جي وچ ۾ اهڙي لڙائي اچي لڳي، جو دشمن جا انيڪ سپاهي مارجي ويا.

تڏهن ڪانڪتو نراس ٿي پنهنجي وزير ڪرگس کي چوڻ لڳو ته "اي چڱا مڙس! منهنجو سمورو لشڪر مارجي ويو، ۽ توکي ذري جيتري ڳڻتي ڪانه ٿي. رکي صلاح به ڪانه ڏني، ته قاز جو ملڪ ڪيئن وٺجي. ۾ هاڻي انهي ڳالهه کي ڇڏ ڪر. مون کي رکو هي آڌڪو آهي، ته جيڪا فوج سنڌيم باقي بچي آهي، سا ڀل خير سان هلي وطن سهڙي."

هي ٻڌي ڪرڪس چيو، ته ”اي بادشاهه! سياڻن چيو آهي، ته اميرن وزيرن ۽ بادشاهن ۾ هي عادتون هئڻ نه گرجن: هڪڙي شراب خوري، ٻي رات ڏينهن زالن سان صحبت ڪرڻ، ٽين گهڻو وقت شڪار ۾ گذارڻ، چوٿين جوا ڪرڻ ۽ پنجين وزير جي مصلحت کان منهن موڙڻ. مون جيڪو اڳي عرض ڪيو هو، تنهن تي سائين جن پورو ڌيان نه ڏنو. هاڻي هتان ٻوٽتي ورڻ هلڪائي آهي، تنهن لاءِ اهڙي صلاح ڏيڻي نٿو سگهان، ڇاڪاڻ ته شاهاڻو دستور آهي، ته جو بادشاهه پنهنجو ملڪ ڇڏي ٻئي جي ملڪ تي چڙهي ڪري وڃي، سو سواءِ سوڀ يا سلوڪ جي نه موٽي.“

ڪاڪنٽي چيو ته ”منهنجي لشڪر ۾ جيڪي نامدار پهلوان هئا، تن مان هن لڙائيءَ ۾ ڪي ماريا، ۽ ڪي قيد ٿي ويا. هاڻي وڃي رهي آهي باقي هيءَ فوج، سا الاجي ڪهڙو ٻولو ٻاريندي.“

تڏهن ڪرڪس چيو ”اي حضور! چو انهيءَ ڳالهه جي ويچار ۾ پيا آهيو. جي ٻن-ٽن ڏينهن جي عرصي ۾ دشمن جو قلعو ڪٽي سوڀ جو نقارو نه وڄايان، ته مڙس ئي نه آهيان، ۽ ٿيڻي آهي، ته ويريءَ جو ڪٽڪ قلعي ۾ وڃي داخل ٿيندو. پوءِ انهن جي رسد راس ڇڱن ئي واٽن کان بند ڪري سگهبي.“

قاز جي جاسوسن مان ڪنهن هيءَ ڳالهه ٻڌي ورتي، تنهن ڊوڙي اچي پنهنجي بادشاهه کي چيو ته

”اي خاوندا! ڇو غافل ويٺا آهيو؟ يقين ڄاڻجو، ته ڪالهوڪو اوهان جي مڪان کي گهيري ڪرڻ ڌاران ڪين ڇڏيندو.“

ڦاڙ هي ڳالهه ٻڌي پنهنجي وزير کي چيو ته ”اُتي وڃي لشڪر جو شمار ڪر، ۽ هرهڪ سپاهي کي انعام ڏي، جيئن تہ سياڻن چيو آهي، تہ اجائي هڪڙي ڪوڏي بہ نہ وڃائجي، پر مهل سر ڏهن هزارن تي بہ فلڪ نہ آڻجي. اهڙي وقت ۾ جو بادشاهہ لشڪر سان سخاوت ڪندو، سو البت دشمن کي ماري مڃائيندو، ڇاڪاڻ تہ جي نوڪر پنهنجي ڌڻيءَ کان راضي هوندا، تہ ڪنهن بہ حالت ۾ اڪيلو ڇڏي نہ ويندس، ۽ نڪي تير ترار کان منهن موڙيندا. تنهن کان سواءِ ڪالهوڪي جو وزير ڏاڍو سياڻو ٿو ڏسجي، ڇو تہ اُئين نہ هجي ها، تہ هوند هن کان اڳي بادشاهہ سارو لشڪر ناس ڪرائي ڀاڄ کائي ها.“

اڃا ڦاڙ ۽ چيهو انهي صلاح مصلحت ۾ مشغول هئا، تہ مٺان ڪانءَ اچي سلام ڪيو، ۽ فريب ڪري چيائين تہ ”سائين، ڪالهوڪي بادشاهہ جي لشڪر هن قلعي کي چوگرد اچي گهيرو ڪيو آهي.“ ڦاڙ پڇيس تہ ”اُن جو لشڪر اٽڪل ڪيترو ٿيندو؟“ چيائين تہ ”سائين، برسات جي ڪري تعداد جي پوري خبر پئي نٿي سگهي، پر تڏهين بہ زره پوش پيادا ۽ سوار ايترا اچي گڏ ٿيا آهن، ۽ پيو آڙد بہ ايترو اچي لٿو آهي، جو اُتي پير پائڻ جيتري بہ جاءِ ڪانهي. ۽

توبن جي شلڪ ۾ اهڙي اڇي ڪڙي ٿي آهي، جو زمين ۽ آسمان اندوڪار ٿي ويو آهي؛ ۽ هاٿين ۾ اهو دڌڪار ڪٽي شروع ڪيو آهي، جو ڪنن جي گجگوڙ جي به جاءِ نه آهي."

قاز هيءَ ڳالهه ٻڌي ترت وسميءَ ۾ پئجي ويو. تڏهن ڪانءَ چيس ته "جيڪڏهن لڙائي ٻاهر ٿي، ته پوءِ قلعي جوڙائڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيو؟ هاڻي جيڪڏهن ويريءَ سچ پچ اچي قلعي کي گهيرو ڪيو آهي، ته لشڪر سنباهي قلعي تي ٻيهاري سندس سامهون ڪريو."

قاز هيءَ ڳالهه ٻڌي يڪدم پنهنجي سموري لشڪر کي قلعي تي ڪڙو ڪيو؛ جنهن جي ڏسڻ ڪان دشمن جو هنيون ٿي ڪاچي ويو. ۽ اهڙو هُل ۽ نقاري جو آواز ڪرايائين جو انهن جي ڪنن ۾ تاڙيون چڙهي ويون. پوءِ قاز ڪانڪٽي جي لشڪر جي سامهون پنهنجو ديرو ڇمائي سڀني سردارن کي سڏائي چيو ته "اڄ اهڙي جنگ جوڻيو ۽ مارا ماري ڪريو، جو جبل تي رت ريلا ڏيئي وهي."

هوڏانهن ڪانڪٽي قاز جو لشڪر قلعي تي ڏسي، ۽ سندن هل هنگاما ٻڌي، تپرس ۾ پئجي ڪرگس ڏي نهاري چيو، ته "تو چيو ٿي، ته آءٌ ڏينهن ٻن ۾ قلعو فتح ڪندس؛ پر هتي ته قاز اهڙي حشمت ٿو ڏيکاري، جو اسان جي، ته ساٿس دال نه ڳري."

ڪرڪس وزير چيو ته ”اي بادشاھ! خيال ڪري ڏسو، ته ڪنهن غريب جي گهر ۾ به ڪو ڌاريون ٿو پهه پيهي نٿو سگهي، پوءِ ھي وڏو قلعو جو لشڪر سان پريل آھي، سو حڪمت ڪرڻ ڌاران ھٿ ڪيئن ايندو؟ ھاڻي پهريائين ھيءَ تجويز آھي، ته جنهن ڏينهن دشمن جي سامهون ڏاڍي واچ لڳي، تنهن ڏينهن آن واچ جي انڊوڪار ۾ هزارين ٻاڻ چوڙجن، تن جي ٻاڇي جي اوٽ ۾ قلعي کي باھ ڏيئي، ويريءَ جي ڪٽڪ تي ڪاھ ڪجي. ٻيو ته، مورچه بندي ڪجي جنهن ڪري ويريءَ کي اڳي وڌڻ لاءِ توفيق نه ٿئي. ٽيون ته، قلعي کي چوڌاري اھڙيءَ طرح گهيرو ڪجي، جو دشمن کي نڪرڻ پهڻ کان بند رکجي. انهن کان سواءِ ٻيون به تجويزون آھن، پر بلفعل ھنن ٽنهي مان جا اوھان کي پسند اچي، سا ڪريو.“

تڏھن ڪانڪني چيو ته ”اي ڪرڪس! ويريءَ جي فوج ڏسي منهنجي ته ڇاتي ئي ڏڪجي ويئي آھي ۽ حوصلا ئي خطا ٿي ويا اٿم. تنهن ڪري ھاڻي ڪا اھڙي صلاح ڏس، جو منهنجي سوب ٿئي.“

ڪرڪس چيو، ته ”ھاڻي سانجهيون ٿيون آھن، راتوڪي رات رکو، سڀاڻي صبح جو سڀ پلي ٿي پوندي.“

ائين چئي ساري رات ويچار ۾ رهيو، ته ھاڻي ڪهڙيءَ رٿ سان دشمن کي مات ڪري قلعو ولجي. نيٺ ڪيترا

هوشيار ڦڙت جاسوس، جن تي گھڻو ڀروسو هوس، تن کي گھرائي چيائين ته "هيءَ وقت توهان جي نمڪ حلالي ڏيکارڻ جو آهي؛ تنهن ڪري گھرجيوَ ته پنهنجا ويس مٽائي قلعي ۾ وڃو، ۽ اتي ڪانءَ ڪان سڏ سماءُ وٺو ته هن ڪهڙي رٿ ڪئي آهي، ۽ ڪير ڪير ڪهڙي ڪهڙي ڪم تي مقرر ڪيا اٿس. ۽ هي به خبر لهجو، ته ڪهڙي پاسي غافل آهن، ڪهڙو مورچو ڪمزور آهي، ۽ ڪهڙي دروازي ڪان اسين قلعي جي اندر گھڙي سگھنداسون. اهي سڀ ڳالهيون دريافت ڪري مون کي سنت اچي ٻڌايو."

تڏهين جاسوس ڪانون جهڙو ويس ڪري آونداهيءَ رات جو قلعي ڏي هليا، ۽ ٻين ڪانون سان گڏجي اندر گھڙي، سيڪنهن بازار گھٽيءَ ۽ سيڪنهن سردار جي تنبوءَ جي آس پاس ڦريا. خوب ڳولا ڪري ڏٺائون ته ڪانءُ واري مورچي ۾ غفلت گھڻي ۽ ماڻهو ٿورا آهن. تڏهن ڏاڍا خوش ٿيا ۽ اجا ٿوري رات پيئي هئي، ته جتان آيا هئا، تتان نڪري دوڙي اچي ڪرگس سان اها خوشخبري ڪيائون.

هو هيءَ ڳالھ ٻڌي پنهنجي ڪپڙن ۾ ئي نه ماپيو. ۽ جھٽ پٽ پنهنجي فوج کي تيار ڪري چيائين ته "چئن گھڙين کان پوءِ جاسوسن کي پاڻ سان اڳيان مهڙ ۾ سونهون ڪري، اهڙيءَ سانت سان هري هري انهن جي پٺيان قلعي ڏي هلنداسون، جو ڀيو ڪن ۾

نہ ڀڄندو، ۽ جڏهن دروازي کي ويجهو پهچنداسون،
تڏهن ڪنهن اڇي جي آڙ ۾ ويهي رهنداسين،
جيسين دروازو کلي، پوءِ گهڙي اندر هلنداسون، ۽
ڏٺي ڪندو تہ قلعو هٿ اچي ويندو".

هيءَ صلاح پنهنجي فوج سان ڪري، ڪالڪٽي
وٽ اچي عرض ڪيائين تہ "هاڻي آءٌ اڳواٽ وڃان ٿو،
جڏهن منهنجا قاصد حضور ۾ اچن، تڏهن يڪدم
ساري لشڪر سوڌا هن غلام جي پٺ ڀرائي لاءِ اچي
سهڙجو. ۽ جي چرڪ ڪيو تہ دشمن مون کي ٿورن
سپاهين سان ڏسي چئن ئي پاسن کان ويڙهي ويندو."

ڪالڪٽو هيءَ مصلحت ٻڌي ڏاڍو سرهو ٿيو، ۽
پنهنجي وزير کي موڪل ڏيئي، سڀني سردارن کي
سڏي، حڪم ڪيائين، تہ اوهان مان هرڪو پنهنجي
پنهنجي تنبوءَ ۾ هٿيارن سوڌو تيار رهي. جنهن وقت
آءٌ سوار ٿيان، تنهن وقت اوهين سڀ سوار ٿجو،
۽ جيڏانهن آءٌ هلان، تيڏانهن توهين بہ سڀ چپ
ڪري منهنجي پٺيان هليا اچجو، ۽ ان ۾ پنهنجيءَ ڪاهلي
نہ ڪجو. اهو حڪم ٻڌي سردارن ساري لشڪر
کي تيار رکيو.

نيٺ جڏهن ڪرگس جي جاسوسن بادشاه سان
اچي خبر ڪئي، تہ خداوندا، اوهين هاڻي جلد سوار
ٿيو. تڏهن ڪالڪٽو سڄيءَ فوج سوڌو، جاسوسن کي
ٻاڻ سان ڳنڍ وٺي، جنهن رستي کان ڪرگس ويو هو
تنهن ساڳئي رستي کان روانو ٿيو.

اچا پينپرڪوئي پيو هو، ته ڪرڪس ڪانءَ واري دروازي ڪان قلعي ۾ پهچي ويو، ۽ هزارين پاڻ چوڙي، تن جي پاڇي جي اوٽ ۾ هڪدم ڪاهه ڪيائين. ايتري ۾ ڪالڪتو لشڪر سان هن جي واهر لاءِ متان اچي سهڙيو، ۽ سندس اچڻ شرط ڪرڪس ۽ قاز جي اچي چتاپيٽي لڳي. نيٺ جنهن وقت سج ڪني ڪيڏي ۽ هڪٻئي کي ڏسي سگهيا، تنهن وقت اهڙي اچي ترار ڪڙي ٿي، ۽ ٻنهي لشڪرن مان ايترا ويا قتل ٿيندا، جو قلعي جي بازارين مان رت ريلا ڪري ائين وهي آئي هليو، جو ڄڻ ته ڪا اورڪ نئي هئي ۽ بندوقن جو دونهون به اهڙو اچي ٿيو، جو ڄڻ ته هڪڙو پيو آسمان پلٽجي پيو هو.

تنهن وچ ۾ ڪانءَ پنهنجا سپاهي گڏ ڪري قلعي کي باهه ڏيئي واڪا ڪندو ٻاهر نڪتو. ۽ ڪالڪتي جي لشڪر مان جيڪي سپاهي بادشاهه جي سنڀال لاءِ بيٺا هئا، تن کي اچي چوڻ لڳو ته "هاڻي قلعي کي باهه لڳي اٿو ۽ قاز جي فوج سڄي پڪڙجي ويئي آهي، تنهن ۾ هڪڙو دم ترسو ته اجهو ٿو قلعو فتح ٿئي." نيٺ جڏهين طرفين جا بي شمار سپاهي پڪڙن وانگي پڄي رهيا، تڏهين ڪالڪتي جي لشڪر جاهه ڪري قاز جي فوج جا جتي سا تتي ماري، باقي کي ٿورا وڃي بچايا. قاز ڏلو ته هاڻي پيلي سون ۾ وڏيڪ وڙهڻ جي توفيق ڪانهي، فوج جو رخ به منهل آهي،

۽ موت جي ڏپ کان ڪنهن ۾ ٻه ساهه ڦوڪڻ جي
ٽوم ڪانه رهي آهي، تڏهين لاچار ٿي ڪهنگ کي
سڏائي چيائين ته ”اي ڪوٽوال! مون جاچي ڏٺو آهي،
ته منهنجي طالع اچي هاٿي موت ڪاڏي آهي؛ ۽ ايتري
ٻه اُميد ساري نٿو سگهان، ته ڪي هتان سلامت نڪري
سگهندس. تنهنڪري منهنجي مرضي آهي، جو منهنجو
وڏو پٽ هن وقت تخت نشين ٿئي، ته اسان جي خانداني
قائم رهي. سو انهي ڪم لاءِ ڇيهي سان پهريائين
صلاح ڪري، تون ڪنهن ٻه حيلي سان منهنجو سر بچائي
هتان نڪري وڃ؛ ۽ وڃي ان کي تخت نشين ڪر.“

ڪهنگ چيو ته ”اي بادشاهه! مون کي ڏاڍو ڏک
ٿئي، جو اوهين اِها وائي ٿا ڪريو. جيستائين منهنجي
سر ۾ ساهه هوندو، تيستائين ڪنهن کي ٻه مجال
نه ٿيندي، جو اوهان تي آلر ڪندو. آءٌ جيئن توهان کي
هيڪلو نه ڇڏيندس. جي منهنجو سر اوهان تان صدقي
ٿيو، ته ٿيڻ ڏينس.“

بادشاهه چيو ”اي ڪوٽوال! آءٌ توکي جيئن چوان
ٿو، تيئن وڃي ڪر؛ ڇاڪاڻ ته مون وٽ هينئر تو
جهڙو ڪو ٻيو ڪارائتو ۽ خيرخواهه ڪو نهي، جنهن کي
ههڙي وقت ۾ موڪليان.“

ڪهنگ ڄاتو ته بادشاهه مون کي لڙائي جي ميدان
کان ٻاهر ڪڍڻ ۾ پاڻ ڀلائي ٿو؛ پر آءٌ بادشاهه کي
جنگ جي ميدان ۾ هيڪلو ڇڏي وڃان، اها ڳالهه
نمڪ حلالي کان پري آهي. تنهن ۾ مناسب هيئن آهي،

تہ ڪنهن بہ پر بادشاهہ کي انهي خيال کان لاهيان. تڏهن چيائين تہ ”خاوند، جيڪڏهن آءٌ هن وقت پنهنجي سنگتين کي ڦٽو ڪندس، تہ خلق مون کي خوار ڪندي ۽ چوندي تہ هيڙو مشڪل وقت ڏسي، بادشاهہ ۽ پنهنجي يارن کي رڻ واهي ڪري ڀڄي ٿي پيو. تنهنڪري جيستائين جيئرو هوندس، تيستائين ڪيڏي ڪين ڇڏيندس.“

هيءَ ڳالهہ ٻڌي قاز چيهي کي چيو تہ ”ڪهنگ ۽ سندس سائين جو سڌ پڌ اهڙو ميل آهي. جهڙو پاڻيءَ ۽ چڪڻ جو، جيستائين مٿان پاڻي ۽ هيٺان چڪڻ آهي، تيستائين ٻئي رليا مليا پيا آهن، پر جڏهن پاڻي سڪو، تڏهن اها مٽي ڦڪري ٿي پاڻمرادو ڦٽيو چير چير ٿيو پوي.“

اڃا انهيءَ گفتگو ۾ هئا، تہ ڪانڪٽي جي لشڪر مان هڪڙو سپاهي وچ وانگي اچي مٿان ڪڙڪيو، ۽ ايندڙي شرط قاز تي ترار آلاريائين. تڏهن جهڙو اڃا ڪهنگ پنهنجو نيزو هن جي ڇاتيءَ ۾ هنيو ٿي، تهڙو هو سپاهي آهو داءُ گسائي، وري ڪهنگ تي لڙي آيو. ۽ هنن ٻنهي جي پاڻ ۾ اچي اهڙي جٽاپيٽي لڳي، جو زمين ۽ آسمان چئن تہ هڪ ٿي پيا. نيٺ ڪهنگ ڪوٽوال سپاهيءَ جي هٿان مارجي ڪري پيو. بادشاهہ تنهن تي ڏاڍو رنو ۽ ارمان ڪاڏائين، ۽ ڪوٽوال کي لڪ لڪ آميسائون ڪري، پاڻ

ٻر ٻهرو ٻانيءَ جي رستي ڪان ڀڄي، اچي پنهنجي ملڪ نڪتو.

ڪانڪتو قاز جي ٻاچ جي خبر پڌي، ڏاڍو نهال ٿيو، ۽ سوڀ کي غنيمت ڄاڻي، ڏاڍيءَ جو شڪرانو ڪيائين، ۽ فتح جو نقارو وڄارائي، شادمانو ڪري چوڻ لڳو، تہ "هن ڪهنگ ڪولوال جهڙي نمڪ حلالي ۽ مردانگي ورلي ڪندو. هن پنهنجي ڏاڍيءَ تان سر صدقي ڪرڻ جو هڪڙو ئي اهڙو ثواب ڪتيو، جو پنهنجي سڄي ٻچاڙي سرهي ڪري ڇڏيائين. ۽ ٻيو بہ جيڪو آن وانگي ڪندو، سو جوانمرد ليکبو ۽ سپہ سالار ٿيندو."

وشن سرمان پنڊت هي داستان پورو ڪري، چوڻ لڳو، تہ "اي راجا جا پٽؤ! جيڪو هن ڳالهہ کي هنئين سان هنڊائيندو، سو بلڪل سياڻو ۽ ڪرت ونت ٿيندو، ۽ ويرين کي جيتيندو."



# باب چوٿون

## جنگ کان اڳي يا پوءِ دشمن سان ميلاپ ڪيئن ڪجي، تنهنجي بيان ۾

### ٢٣- ڪانءُ، ڪانڌ ڪنو بادشاهه ۽ سندس وزير

پنڊت چوڻ لڳو، ٻڌو اٿم ته: ڪانءُ بادشاهه ۽ چيهو وزير ٻئي هڪڙي وقت پنهنجي لشڪر کان جدا ٿيا ويٺا هئا. تڏهن ڪانءُ چيهي کان پڇيو ته ”توکي ڪا خبر آهي ته قلعي کي باهه ڪيئن لڳي؟“

چيهي جواب ڏنو ته ”اي بادشاهه! اهو ڪم ڪانءُ جو آهي، جو سدائين فوج سان رهندو هو. مون اڳي ئي سائينءَ کي عرض ڪيو هو، ته ڪانءُ جي رهڻ سان ڪڏهن نه ڪڏهن جوکو پهچندو.“

تڏهن ڪانءُ چيو ته ”هن ۾ هن ڪانءُ جو ڪهڙو ڏوهه؟ اهو ليکو اسان جو ڇٻو. جيئن ڏئي جي خواهش هئي تيئن ٿيو.“

چيهي چيو ته ”جيڪو پنهنجي دوست جي صلاح نه مڃيندو، تنهنجي اهڙي حالت ٿيندي، جهڙي هن ڪچونءَ جي ٿي هئي.“

ڪانءُ پڇيو ته ”اها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

## ٢٤- ٻہ قاز ۽ هڪڙو ڪڇون

ڇيھي چيو تہ "ڪنھن نديءَ تي ٻہ قاز، هڪڙو ڪڇون ڪيترن ڏينھن کان رهندا هئا. انھن قازن ۽ ڪڇونءَ جي پاڻ ۾ ڏاڍي پريت هوندي هئي. هڪڙي ڏينھن هڪڙو مھاڻو آن نديءَ جي ڪنڌيءَ وٽان چوندو لنگهيو تہ "سياڻي هن ۾ جار وجهي سڀ مڇيون ڦاسائيندس."

مھاڻي جي ڳالھ ٻڌي، ڪڇون ۽ قاز ڏاڍا ڊناءِ ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪرڻ لڳا تہ هاڻي ڪا اهڙي رٿ ڪجي، جو هن مھاڻي جي هٿن کان جيئرو بچجي."

تڏهن قاز چيو تہ "سياڻڪو ڏينھن ڏسي ولون، پوءِ جون ڳالهيون آهن پوءِ سان."

ڪڇون چيو تہ "اي يارو! جيڪڏهن هو مھاڻو سياڻي اچي تو سھڙي، تہ توهين جي آڏامي سگهو ٿا، سي تہ آڏامي ٻہ ڇڏيندؤ، پر آءٌ پاڻ ڪي ڪيئن بچائيندس؟ تنھن ڪري ايتري مھرباني ڪريو، جو مون کي هتان ڪٿي هلي اچي ٿي ڪنھن ٻيءَ نديءَ تي پھچايو."

قازن چيو "تولاءِ تہ خشڪيءَ تان هلڻ سلامتي نہ آهي."

ڪڇون وراڻي ڏني تہ "اي يارو! جيڪڏهن اوهين مون کي جواب ٿا ڏيو، تہ آءٌ پنڌ ڪري ويندس."

هيءَ ڳالهه ٻڌي، ڳئنيءَ ۾ پٽي چيائونس ته ”جيڪڏهن
تون ٻنا ويچار اوڏانهين ويندين، ته تنهنجي حالت ۾
هن ٻڳهه جهڙي ٿيندي.“

ڪچڱونءَ پڇيو، ته ”آها ڳالهه ڪيئن آهي؟“

## ٢٥- ٻڳهه، نور ۽ نانگ

قازن چيو ته ”ڪنهن نديءَ جي ڪپ تي هڪڙي
وڻ جي پاڙ ۾ کو ٻر هو، تنهن ۾ هڪڙو نانگ
رهندو هو. آهو ڏاهڙي پر مان نڪري، گهمندي
ڦرندي جيڪا شئي هٿ لڳندي هيس، سا کٽي کائي
ڇڏيندو هو؛ پر آن وڻ تي رهندڙن کي ڪو ايذاءُ
ڪونه ڏيندو هو. انهي وچ ۾ هڪڙي ٻڳهه پکيءَ
آن وڻ تي اچي آکيرو جوڙي ٻچا ڏنا.

پر نورڙن ڏينهن ڪان پوءِ اچي ڏپ ورتس، ته
متان هيءُ نانگ ڪنهن ڏينهن منهنجي ٻچن کي
کائي وڃي، تنهنڪري دل ۾ سٽ سٽي، ٻين ٻڳهن
کي چيائين ته ”اي يارو! اڄ هڪڙو نور هن وڻ
هيٺ گهمندو ڏٺو اٿم، تنهن ۾ جي او هين نديءَ
مان پنهنجي پنهنجي چهنب ۾ هڪڙي هڪڙي مڇي
جهلي آڻيو، هن وڻ هيٺ ڦٽي ڪريو ٿا، ته مون کي
يقين آهي ته آنهن مڇين جي ڪائڻ لاءِ نور ۽ نانگ
ٻئي ايندا، ۽ پنهنجي ذاتي عداوت ڪري پاڻ ۾ وڙهندا،
پوءِ نانگ نور جي هٿان مارجي ويندو.“

ٻکهن اها ٻالهه مڇي، ۽ نديءَ مان مڇيون ڪڍي آڻي آن وڻ هيٺان ڦٽيون ڪري، پاڻ هيٺ اکيون پائي ڌارين تي ويٺي رهيا، ته اچها تي هاٿي هنن ٻنهي جي پاڻ ۾ ڇتا پيئي لڳي، ڏسون ته ڪير ٿو ڪنهن جي هٿان مارجي.

ايتري ۾ نور اچي مڇين کي چونڊيندو ڪائيندو ويو. نانگ به انهي وقت ٻاهر نڪتو، پر نور کي ڏسي وڻ هيٺ ڪرونڊڙو ٿي ويهي رهيو، انهي لاءِ ته ڪيڏانهن هي نور پاسي ٿئي، ته آءٌ به هنن مڇين مان وٽ ڪريان. اتفاقاً نور جي اک نانگ تي پئجي ويئي، ۽ آتي ٻنهي جي وچ ۾ اچي جنگ لڳي، تان جو نور نانگ کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو.

وري جان مٿي ڪنڌ کڻي نهاري، ته اچا ٻگهه، چمڪندا ڏسڻ ۾ آيس، تڏهن ڄاتائين، ته اهي به مڇيون آهن، سو مٿي چڙهي ويو. ٻگهه ته هن کي ڏسي اُٿي اُڏاڻا، باقي جي سندن ٻچا آکيرن ۾ ويٺا هئا، تن کي نور کائي شي ڪري سڀ آکيرا اڏائي ڇڏيا.

تنهن ڪري ڦاڙن چيو "اي يار سياڻو اِهو آهي، جو ٻهريائين ٻنهنجي واسطي نئين جاءِ ويچار سان رٿي، پوءِ اوڏانهين وڃي."

ڪچڱڻ ورائي ڏني ته "توهين رات ڏينهن اوڏاهين اچو وڃو پيا، پوءِ ته مون کي ناحق ڇاڪاڻ پيا ڏ بچار يو؟"

قازن ڪيترو ئي سمجهايس، پر هن ڪابہ صلاح نہ ورتي. تڏهن لاچار ٿي چيائونس تہ ”پلا، هاڻي تون هن ڪاليءَ کي وچان چڪ وجهي جهل، تہ توکي کڻي هلون. پر تون ايترو ڪج، جو جيڪڏهن ڪو توکي رستي تي مهٽو ڏئي، تہ پنهنجيءَ واتئون نہ ڪڇج.“

هن جواب ڏنو تہ ”مهٽو تہ بجاءِ خود، پر جي ڪو سون کي ماريندو تہ بہ آءٌ ڪين ڪڇندس. اهو انجام وٺي، ڪاليءَ جا ٻئي مٿا پنهنجن واتن ۾ جهلي آٿي اڏاڻا. جڏهن هڪڙي ڳوٺ جي مٿان اچي لنگهيا، تڏهن آتي جا ڳوناٽا سڀ هن تماشي ڏسڻ لاءِ ٻاهر نڪتا.

هڪڙي ڇوڪر منجهانئن چيو تہ ”جيڪڏهن هيءُ ڪڇوُن ڪري ٿو تہ سو آءٌ پڇي ٿو ڪانس.“

ٻئي چيو ”جيڪڏهن منهنجي وَر ٿو چڙهي، تہ ڪوڪ ٿو ڪريانس.“

ڪڇوُن بہ مات ڪري پئي ٻڌو. نيٺ جڏهن گهڻا اوپالا مليس، تڏهن، غصي ٿي چيائين تہ ”پتر ڇو نہ کائو؟“

اجا ايترو ڪڇيائين، تہ مٿان ڪري اچي ڌو پٽ تي پيو ۽ ماڻهن کي شڪار ٿي آيو.

تنهن ڪري چيهي چيو ”اي بادشاهہ! جو پنهنجي سنگتيءَ جو چيو نٿو مڃي، تنهن کي اهڙيون سختيون آڏو اچن ٿيون.“

اچا انھيءَ ڳالھ ٻولھ ۾ ھئا، تہ ڪوتوال جي ٻاءُ
قاز بادشاھ کي اچي سلام ڪري چيو "تہ غلام اڪيلي
چوائي موڪليو ھو، تہ قلعي جي اندر جو ڪانءُ آھي
سو ڪانڪني جو موڪليل آھي. ھاڻي ڪانڪني
ھن کي سروپاءُ پھرائي ھيءُ ملڪ سندس اولاد جي
نالي مقرر ڪيو ٿي، پر ڪرگس وزير ناراض ٿي عرض
ڪيو، تہ 'ھيءُ ملڪ ڪانءُ کي ڏيڻ نہ گھرجي،
ڇاڪاڻ تہ ڪوتو آھي."

تنھن تي ڪانڪني چيس تہ "جو شخص ھڪڙي
دفعي نمڪ حلالي ڪري ڏيکاري، تنھن سان مھرباني
ڪرڻ واجب آھي، تہ آءُ ٻيھر بہ پنھنجي ڌڻيءَ جو ڪم
دل ۽ جان سان ڪري."

پر ڪرگس وري چيس تہ "ڪانءُ ڪوني سياءَ جو
آھي، تنھن سان جيڪو نيڪي ڪندو، تنھن کي اھڙو
ڦل ملندو، جھڙو ھن ٻڍي جوڳيءَ کي مليو ھو."

ڪانڪني پڇيس تہ "اھا ڳالھ ڪيئن آھي؟"

## ٢٦- ٻڍو جوڳي ۽ ڪوئو

ڪرگس چيو تہ "ڳالھ ڪندا آھن، تہ سنڌو نديءَ
جي ڪپ تي ھڪڙي جوڳيءَ جو آستان ھوندو ھو.
ھڪڙي ڏينھن انھيءَ جوڳيءَ پنھنجي چائنٽ وٽ ويٺي
جپ ڪيو، تہ ھڪڙو ڪانءُ ڪوئي جو ٻچو چنبي
۾ کڻي اچي وٽانئس لنگھيو. اچانڪ آھو ٻچو سندس

چنبي مان ڪڍي، اچي جوڳيءَ جي اڳيان پٽ تي پيو. جوڳيءَ اُن تي ديا آڻي نيئي اهڙي پيار سان نپايس، جو هو اچي وڏو ٿيو.

هڪڙي ڏينهن اُن ڪُتي کي ڪنهن ٻليءَ اچي جهٽ هنيو، پر جوڳيءَ آتان بچائي ورتس. نيٺ دل ۾ هيءُ پهه ڪيائين، ته هن ڪُتي کي ٻلي ڪري ڇڏيان، ته پوءِ پيون ٻليون مور سندس نالو نه وٺن. ائين چئي چوڪارو هنيائينس، ته هو ترت ڪُتي مان منجي ٻلي ٿي پيو. پوءِ ڪتن کان لڳو ڊڄڻ. تڏهن جوڳيءَ منتر پڙهي ڦيري هن کي ڪتو ڪيو. نيٺ هيءَ ڳالهه دل ۾ آيس، ته هن کي اڳوپوءِ شينهن ڪري ڇڏيان، ته ڪوبه جانور نالو نه ڳنهي. آخر منتر پڙهي، هن کي شينهن ڪيائين، جو ڏينهن جو شڪار لاءِ جهنگ ۾ نڪري ويندو هو ۽ رات جو اچي جوڳيءَ جي گهر تي پهرو ڏيندو هو.

ماڻهو جي جوڳيءَ جي درشن لاءِ ايندا هئا، سي هڪڙي ڏينهن پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته ”پهريائين هيءُ ڪُتو هو، پوءِ ٻلي ٿيو، تنهن کان پوءِ ڪتو، ۽ هينئر ته نيٺ ٻنجي شينهن ٿيو آهي!“

هيءَ ڳالهه ٻڌي شينهن پنهنجي دل ۾ قياس ڪيو، ته جيڪي آءٌ اڳي هوس، سو جي هيءُ جوڳي موٽي مون کي ڪري ڇڏيندو، ته پوءِ آءٌ ڇا ڪري

سگھند وسانس، تنھن ۾ بھتر آھي، تہ ھن جوڳيءَ کي ماري ڇڏيان، تہ پوءِ سيني آفتن کان ڇٽي پوان. اھو خيال دل ۾ آڻي جوڳيءَ کي ماري ڇڏيائين.

تنھنڪري، "اي بادشاھ! جيڪڏھن ھيءُ ملڪ اوھين ڪانءَ کي ڏيندو، تہ اوھان جي بہ حالت مٿئين جوڳيءَ جھڙي ٿيندي."

"انھي جي مون کي تسلي آھي." ڪانڪٽي چيو "پر مون کي ڏپ آھي، متان ھن ملڪ جي لالچ رکان ۽ منھنجو بہ حال ھن ٻگھہ جھڙو ني پوي."

ڪرڪس پڇيس تہ "اھا ڳالھہ ڪيئن آھي؟"

## ٢٧- ٻگھہ ۽ ڪينڪر

ڪانڪٽو چوڻ لڳو تہ "ھندستان ۾ ھڪڙي وڏي ڍنڍ گرمتي نالي آھي، جنھن ۾ سياري جي ڏينھن ۾ پاڻي سڪي وڃي تر وٺندو آھي. ان جي ڪنڌيءَ تي ڪنھن سمي ۾ ھڪڙو ٻڍو ۽ ضعيف ٻگھہ مايوس ٿيو، ڪنڌ ڪنڍن ۾ لڪائي ويٺو ھو، تہ ھڪڙي ڪينڪر اُن کي اھڙيءَ طرح ويٺو ڏسي پڇيس تہ "اڄ ڪٿيءَ ۾ ڇو ويٺو آھين؟"

ھن ورائي ڏنيس تہ "مون ڪالھہ پنھنجي ھڪڙي دوست کان ٻڌو تہ سياڻي مھاڻا ھن ڍنڍ مان سڀ مڇيون اچي ماري ويندا، تنھنڪري فڪر ۾ آھيان

ته منهنجو حال نجاڻان کهڙو ٿئي، ڇو جو منهنجو
جيابو هن ڍنڍ جي مڇين تي ئي آهي."

ڪينڪر هيءَ ڳالهه ٻڌي وڃي مڇين کي خبر
ڏني، تنهن تي هو سڀ وائڙيون ٿي روئڻ لڳيون
۽ ان جي معرفت ٻگهه کان پڇا ڪرايائون، ته ڪنهن
ريت اسان جو ڇوٽڪارو ٿي سگهندو يا نه؟"

تڏهن ٻگهه ڪينڪر کي چيو ته "منهنجي صلاح
آهي ته تون هڪ-هڪ مڇي کڻي آڻي مون کي ڏي، ته
آءٌ هنن کي پنهنجي چهنب ۾ کڻي هڪڙي ٻيءَ ڍنڍ
۾ ڇڏي اچان، جا هتان ڪوهه-ٻن تي آهي، ۽ پاڻي
به منجهس گهڻو آهي."

ڪينڪر ان جي صلاح تي لڳي، جيڪي مڇيون
اُن ڍنڍ ۾ هيون سي سڀ هڪ-هڪ ڪري کڻي آڻي
پهچائيندو ويس، ۽ هو هڪ-هڪ کي حڪمت سان
ڪنهن ڪنڊ ۾ نيئي کائيندو ويو. جڏهن ڪينڪر
ڏٺو ته مڇيون سڀ وڃي رهيون آهن، تڏهن اچي
ٻگهه کي چيائين ته "توهان گهڻي تڪليف ورتي
آهي، ۽ وڏو ثواب جو ڪم ڪيو اٿوَ، انهي جا ٻارڙا
اوهان کي ٻڳوان ڏيندو."

ٻگهه چيس ته "هاڻي منهنجي مراد هيءَ آهي، ته
جتي مون ٻين مڇين کي پهچايو آهي، تتي توکي به
نيئي رسايان، ته پوءِ مون کي دلجاءِ ٿئي." هن چيس
ته "ان ۾ اوهان کي دقت ٿيندي، تنهنڪري آءٌ

پنڌ ڪري هلندس، چو ته هري هري ڪوهه اڌ پنڌ ڪرڻ جيتري سگهه منهنجي لڳن ۾ آهي.“ ٻگهه چيس ته ”اي يارا آءٌ ڀانيان ٿو ته توکي پنڌ هلڻ ڪان گهڻي هلاڪي ٿيندي. جا تنهنجي هلاڪي سا منهنجي هلاڪي، تنهن ۾ بهتر آهي ته تون منهنجي پٺيءَ تي چڙهي ويهه، ته توکي ٻه هن اوچتي بلا کان ڪڍي هلان.“

نيٺ گهڻيءَ رد بدل کان پوءِ هو قبولدار ٿيو. تڏهن ٻگهه پٺيءَ تي چاڙهي نيئي آني لاٿس، جتي ٻيون مڇيون ڪاڏيون هئائين. ڪيڪڙ جو ڏٺو، ته مارا هتي ته رکو سڃ پيئي واڪا ڪري، پاڻيءَ جو ته نڪو نالو نڪو نشان، رکو مڇين جا ڪنڊا لٽا پيا آهن. سو ڏڄي ٻگهه کي چوڻ لڳو ته ”تو سڀ مڇيون آڻي من هتي ڪاڏيون آهن، هاڻي مون کي ٻه کائيندي چا؟“

اها ڳالهه ڪري اچانڪ ماري ٻگهه کي نرگهٽ کان جهليائين. هن پنهنجي ڇڏائڻ لاءِ گهڻيئي مٿا هنيا، پر ڇڏائي نه سگهيو، ۽ آني ٺي ٽڪي ساهه ڏنائين.

تڏهن ڪرڪس عرض ڪيو ته ”آءٌ ڪڏهين ٻه اها صلاح نه ڏيندس، ته اوهين هيءُ ملڪ ڪانءُ کي ڏيو.“

هن چيو ”جيڪڏهن هيءُ ملڪ ڪانءُ جي حوالي ڪنداسين، ته هو احسانمند رهندو ۽ اسين انهيءَ ڪري وقت بوقت پيا فائدا ولنداسين.

ڪرگس وراڻي ڏني ته ”اهڙي خيال ڪرڻ کان اوهان جي به حالت شايد هن مزور جهڙي ٿيندي، ته شڪ نه آهي.“

ڪانڪٽي پڇيو ته ”آها ڀاله، ڪيئن آهي؟“

## ٢٨- مزور ۽ گيهه جو دلو

ڪرگس چيو ”ڀاله ڪندا آهن ته هڪڙو واڻيو بازار مان تيل جو دلو کڻي چوڻ لڳو ته ”جيڪو هيءُ دلو منهنجي هٽ تائين کڻي هلندو، تنهن کي به ڏوڪڙ مزوري ڏيندس.“

هڪڙو مزور جو اتي بيٺو هو، سو اهو دلو کڻي هن جي هٽ ڏانهن هليو، ۽ واٽ هلندي دل ۾ خيال آيس ته ”هيءُ به ڏوڪڙ مزوريءَ جا جي ملندم، تن جي هڪڙي ڪڪڙ کڻندس. آها ويهه آنا ڏيندي، تن مان ڀاويهن ڏينهن کان پوءِ ويهه بچا ڦٽي نڪرندا، سي جڏهن وڏا ٿيندا، تڏهن انهن کي وڪڻي هڪڙي ٻڪري وٺندس، ۽ ان جي ڦرن نڪرن مان ڳانءِ، تنهن مان گهوڙي، گهوڙيءَ مان ڏاچي، تنهن مان هاٿڻي، ائين ڪري کڻندس. جڏهن انهيءَ واپار مان گهڻا پئسا ڪٺا ڪندو ٿيندم، تڏهن چار زالون پرڻبس. پوءِ هڪ هڪ زال چار پٽ ڄڻيندي، جڏهن اهي وڏا ٿيندا ۽ تازي گهوڙن تي چڙهي شڪار تي ويندا، تڏهن ساڻن گڏجي آءٌ به ويندس ته ماڻهو ڏسي انهن کي آدر ڀاءُ ڪندا.

هن اجائي ويچار ۾ دلي جو خيال دل تان لهي ويس، ۽ اهو دلو آمالڪ ڪيري ٻٽ تي ڇيهون ٿي پيو. تڏهن هن وائي هن ڪي ڏاڙهيءَ مان ولسي اهڙيون لپالون ۽ لتون هنيون جو مرندي گهڙيءَ تائين پٽي ياد ڪيائين."

تنهن تي ڪالڪني چيو "جڏهن آءٌ ٻه هن ملڪ جي طمع رکان، تڏهن تون ائين چؤ. پر جي هيءُ ملڪ آءٌ ڪانءَ کي ڏيئي ڇڏيندس، ته پوءِ ڇاڪاڻ هن مزور جهڙي حالت ٿيندم!"

وزير چيو ته "خداوند، ڪانءَ کي گهرائي پهريائين پڇيوس ته سهي، ته قاز سان ڇو دغا ڪيائين، ۽ هيتري مدت هن جي گهر ۾ رهي لڙائيءَ جي وقت هن جي قلعي کي ڇو باهه ڏنائين، جنهنڪري لڙائيءَ جو رخ ڦري پيو ۽ هن جو ملڪ ويران ٿي ويو."

تڏهن ڪالڪني ڪانءَ کي سڏائي پڇيو ته "تو قاز سان اهڙي ٻڇڙي هلت ڇو ڪئي؟ هن ته تو سان ڪا برائي ڪانه ڪئي هئي. دنيا ۾ نيڪيءَ جو بدلو اهو آهي ڇا، جو تو هن کي ڏنو؟"

ڪانءَ جواب ڏنو ته "حضرت، غلام سائينءَ جو نمڪ کاڌو هو، تنهنڪري نمڪ حلالي ڪيم، نه ته قاز جي چڱاين ڪرڻ ۾ ذري جو به شڪ نه آهي: هو خدا ترس عاقل ۽ عادل آهي، ۽ ڪڏهن به ڪنهن کي هن نه رنجايو. هو مون تي ايترو مهربان

هو، جو مان ان جو بيان ڪري نٿو سگهان، چاڪاڻ
ته هن وزير جي صلاح ڪڏهن به ڪين ٻڌي، ۽
سيڪنهن حالت ۾ منهنجي ڳالهه تي ائين لڳند و هو،
جيئن هو ملتاني مزور لولين جي چوڻ تي لڳو هو."
تڏهن ڪالڪٽي پڇيو ته "اها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

## ٢٩- هڪڙو ملتاني، سندس ٻڪري ۽ چار لولئيا

ڪانءُ چيو "ٻڌو ائم، ته هڪڙو ملتاني بازار مان
ڪا ٻڪري ڳنهي، ان کي نوڙيءَ کان وٺيو گهر
هليو ٿي آيو. جڏهن پنهنجي گهر جي ويجهو اچي
پهتو، تڏهن ڪن لولين واٽ تي ويهي پاڻ ۾ صلاح
ڪئي، ته ڪنهن چل سان هن کان هيءَ ٻڪري
ڇڏائجي ته چڱو؛ ۽ پاڻ ۾ ٺهراءُ ڪري ٻڪرڙجي
رستي تي جاءِ بجاءِ ويهي رهيا.
جڏهن هو ملتاني اڳيرو آيو، تڏهن هنن مان هڪڙي
ملاقات ڪري پڇيس ته "ادا! هي نجس ڪتو توکي
ڪٿان هٿ لڳو آهي؟"
جواب ڏنائين ته "هي ڪتو آهي ڪين ٻڪري؟
آءٌ ته سامهون بازار مان ڳنهيو ٿو اچان." ائين چئي
دل ۾ شڪ پيس، ۽ منهن ڦيري ٻڪريءَ ڏانهن
نهاري معلوم ڪيائين، ته هيءَ برابر ٻڪري آهي.
تڏهن ڪلهي تي کڻي اٿي هليس.

اچا ٻريرو ويو، ته ٻئي سان ملاقي ٿيو، تنهن چيس ته "اي ملتاني هن ڪتي کي ڪلهي تي کنيو ٿو وڃين، ٻر جي پيشاب ڪري ڏيئي، ته سڀ ڪپڙا پليت ٿي پوندءِ." ملتانيءَ دل ۾ ويچار ڪيو، ته اکي هڪڙو ڇئي چڪو، ته هيءُ ڪتو آهي، هاڻي ٻيو ٻه چوي ٿو ته هيءُ ڪتو آهي. تڏهن ڪلهي تان لاهي، وري نوڙيءَ کان وٺي هليس.

اچا ٽورو اڳيرو ٿيو، ته ليون ٻرسن وڻ جي هيٺان چوندو آئيو، ته "اي سائين لوڪا تون چريو ته ڪين آهين، ڪي اکين جي نرت گهٽ ٿي اٿئي، جو ڪتي جهڙو پليت جانور ڪاهيو ٿو وڃين؟"

هي سڀ ڳالهيون ٻڌي يقين ٿيس ته "شايد عقل يا نظر ۾ خلل ٿيو اٿم، جو ڪتي کي ٻڪري ڄاڻي کڻي آئي هليو آهيان." تڏهن امالڪ ٻڪريءَ جي نوڙي هٿن مان ڇني ڪري ڪپڙن سوڌو درياءَ ۾ ٽپي ڏيئي گهر هليو ويو، ۽ هنن لولين ٻڪري نيئي منجهانئس خوب چڙهه ڪيا."

تڏهن ڪالڪني چيس ته "قاز سان تو اهڙي حرڪت ڪئي آهي، جو ورلي ڪنهن سان ڪئي هوندي."

ڪانءُ چيو ته "اي بادشاهه عقل وارا پنهنجي مطلب لاءِ دشمن کي وقت تي لاهيو ڇڏين، ۽ جڏهن غرض لهي رهين، تڏهن هن کي ماريندي

ويرم ٿي ڪانءُ ڪن. پر اوهان شايد نانگ ۽ ڏيڏرن
جي آڪاٽي نه ٻڌي آهي."

ڪالڪٽي پڇيو ته "آها ڳالهه ڪيئن آهي؟"

## ٣٠- نانگ ۽ ڏيڏر

ڪانءُ چيو ته "هڪڙو ٻڍو نانگ، جنهن ۾
گهڻو ڦرڻ جي توفيق ڪانه رهي هئي، سو هڪڙي
ڏينهن ڪنهن ڍنڍ جي ڪپ تي سري اچي نمائو ٿي
ويهي رهيو. ڏيڏرن جي بادشاهه اهو حال ڏسي
پڇيس ته "اي نانگ! توکي ڇا ٿيو آهي، جو ايترو
دلگير ٿيو ويٺو آهين؟"

هن چيس ته "تنهن ۾ تنهنجو ڙي ڇا! وڃي
پنهنجي نبير."

ڏيڏر وري چيو ته "اي نانگ! ناراض ڇاڪاڻ
ٿو ٿين؟ جيڪڏهن ڪا شئي ٻاٽيءَ ۾ ڪيري پيئي
هجيئي، ته چؤ ته آءُ پنهنجي لشڪر کي حڪم ڪريان
ته توکي ڳولي ٻجنسي آڻي ڏين؟"

هن چيو ته، "اي ڏيڏر! هن شهر ۾ هڪڙي
ٻانڀڻ جو هڪڙو پٽ تمام خوبصورت هو، تنهن کي
مون ڏنگي ماريو هو، جنهنڪري پٽس ڏک ۾ ڪانءُ
پيئڻ ڇڏي ڏنو. پر سندس پاءُ دڙ دلاسو ڏيئي نيٺ
ڪارايس ۽ نصيحت ڪيائينس ته "ادا، سڀني جي وات
اها آهي، تنهن ۾ ايترو ارمان نه ڪر."

تڏهن برهمڻ انَ کي ڪڙو ٿي چيو تہ "اي ادا، آءٌ هن ڪوٽ ۾ ڪين رهندس، ڇو تہ هڪڙو سڪيلڌو پٽ هوم، سو بہ مري ويم. هاڻي منهنجو هن شهر سان ڪهڙو ڪم آءٌ وڃي بنواسي ٿيندس."

تڏهن هن چيس تہ "پاڻو ڏاڙهي ڪوڙائي ۽ ڪپڙا ڦاڙي جهنگ ۾ رهڻ ڪري ڪو ساڌو ڪونہ ٿو ٿئي، مگر جنهن جا ڪرم چڱا هوندا، سو ئي ٿيندو."

"تنهن ڪان سواءِ اي ڏيڏرا" نانگ چيو "مون هن وقت خواب لڌو آهي تہ هڪڙو پوڙهو ۽ بزرگ ماڻهو مون کي چوي ٿو تہ "هن غريب برهمڻ جي ٻار کي تو ناحق ڏنگيو آهي، ۽ سڀائي قيامت جي ڏينهن ڏيڏر توتي چڙهندا، ۽ انهيءَ عذاب ۾ تون سدائين گرفتار رهندين. پر جيڪڏهن انهيءَ عذاب کان ڇٽڻ ٻانئين تہ جنهن ڍنڍ ۾ گهڻا ڏيڏر هجن، تنهن جي ڪنڌيءَ تي وڃي ڏيڏرن جي سردار کي پٺيءَ تي چاڙهي گهماءِ."

ڏيڏر هيءَ ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پنهنجي دل ۾ چوڻ لڳو تہ "واه! خدا مون کي مفت جي سواري ٿو ڏئي، منهنجو ڀاڳ وريو ٿو ڏسجي." ۽ انهيءَ مهل لانگ ورائي نانگ جي پٺيءَ تي چڙهي ويٺو، ۽ چيائينس تہ "فلاڻي هنڌ منهنجو هڪڙو دشمن آهي، آتي جي لشڪر سوڌو ڪٺي ٿو هليم، تہ هلي ٿا ماريونس."

نانگ هيءَ ڳالهه مڃي، ۽ سيني ڏيڏرن کي ڪٺي آڻي هليو. جڏهن آن ڍنڍ کي ڇڏي پرپرو ٿيو ۽ ڏٺائين ته هي هاٿي پڇي ٻ، تلاءَ ۾ پهچي ڪين سگهندا، تڏهن ٻهاني ڪبهاني ڏيڏرن کي ڪيرائي وڏائين.

ڏيڏرن جي بادشاهه پڇيس، ته تو هي ڪيو ڇا؟ هن چيو ته "مون کي بک لڳي آهي."

تڏهن بادشاهه چيس ته "منهنجي هن فوج مان ٻ-چار ڏيڏر کڻي کاءُ."

نانگ چيو ته "اي بادشاهه! لشڪر گهٽ ٿيڻ کان توکي مٺيان لڳندي."

هن جواب ڏنو ته "تنهنجي کائڻ کان منهنجو لشڪر گهٽ ٿي ڪين پوندو."

تنهن تي نانگ هرروز ٻ-ٽي ڏيڏر کائڻ لڳو. نيٺ ٿورن ڏينهن ۾ سڀ کائي چٽ ڪيائين، باقي هڪڙو بادشاهه وڃي رهيو، تنهن کان پڇيائين "سائين! اڄ آءُ ڇا کان؟ مون کي بک لڳي آهي."

ڏيڏر چيو ته "اي نانگ! ڪنهن ڍنڍ يا تلاءَ تي هلي پنهنجو پيٽ ڀري وٺ."

تڏهن هن چيو ته "تنهنجي ساري لشڪر منهنجي پيٽ ۾ ڇانوڻي وڌي آهي، باقي اتي بادشاهه جي گهرج آهي. اها ڳالهه جڳائيندي نه آهي، جو بادشاهه لشڪر کان ڌري رهي؛ تنهن ۾ جيڪڏهن اوهين ٻه هلي آن ڇانوڻيءَ ۾ داخل ٿيو ته چڱو آهي."

تڏهن هو پنهنجو مرت سمجهي مات ڪري ويهي رهيو، ۽ نانگ ڪيس پٽ تي اڇلائي ڀڄي ويو ۽ سان خوب سٺي ڪائي ڇڏيو.

"سو اي بادشاهه! جيڪو دشمن جي ڳالهه، تي لڳي ٿو، تنهن کي ڀڄڻائي آڏو اچي ٿي. تنهنڪري هاڻي اوهان کي گهرجي، ته قاز سان ميلاپ ڪريو."

ڪالڪني چيو ته "اي ڪانءَ! مون ڪيترا هن جا پائر ۽ نوڪر چاڪر ماريا آهن، ۽ مون هن جو ملڪ ورتو آهي ۽ هن تي غالب ٿيو آهيان، تنهنڪري هن کي گهرجي ته ڪوڙو ڪچيءَ ۾ وجهي، اچي مون کان بخشائي." اڃا انهيءَ ڳالهه جي مهاڙ ۾ هئا، ته هڪڙي جاسوس اچي سلام ڪري عرض ڪيو ته "سائين، غافل ڇو ويٺا آهيو، مهاپل ڪلنگ، جيهي وزير جو پاڻ، قاز بادشاهه جو ڪيترو لشڪر وٺي اوهان جي ملڪ تي چڙهي ڪري اچي ٿو. اهو لشڪر جيڪڏهن هتي آيو، ته پنهنجو سڄو ملڪ ۽ رعيت چٽ ڄاڻجو." تنهن تي ڪالڪني وزير کي چيو ته "پنهنجي ملڪ کي پشتي ڏيئي ڪنهن به صورت ۾ قاز جي ملڪ کي ناس ڪندس."

ڪرگس چيو ته "اي بادشاهه! يڪدم دشمن تي ايتري آتل ڪري پوڻ صلاح جي ڳالهه نه آهي. جيڪڏهن جنگ جي ارادي اوهين وڃي مهاپل ڪلنگ سان سامهون ٿيندؤ، ۽ قاز وري هيڏي اسان جي

ملڪ تي چڙهي ڪري اچي، ته دوطرفيءَ جنگ مان اوهين ڪوبہ مطلب پورو ڪري ڪين سگهندو، ۽ اهڙي پشيماني حاصل ٿيندي، جهڙي هن برهمڻ کي ٿي هئي."

ڪانڪني پڇيو ته "اها ڳالهہ ڪيئن آهي؟"

## ٣١- برهمڻ، سندس پار ۽ نور

ڪرڪس چيو، "مون ٻڌو آهي ته ڪنهن برهمڻ هڪڙو نور پاليو هو. هڪڙي ڏينهن چا ٿيو، جو هن جي گهر ۾ پنج-ست مهمان اچي سهڙيا. ان وقت هي برهمڻ درياءَ تي اشنان ڪرڻ لاءِ ويو هو. برهمڻي ويچاري ڏاڍي حيران ٿي چوڻ لڳي ته "هائي جيڪڏهن هن ٻار جي ٿي ڪريان، ته مهمانن جي خاطرداري نٿي پڄيم، ۽ جي مهمانن جي سُڌ ٿي لهان، ته ٻار ٿو هيڪلو رهيم." تڏهن خيال ڪري نور کي ٻار وٽ سنڀال لاءِ ڇڏي پاڻ مهمانن جي ڪم ۾ وڃي لڳي.

هن جي وڃڻ کان پوءِ ٿوري وقت ۾ هڪڙو ڪارو نانگ اُن ٻار کي ڏنگڻ لاءِ آيو. نور ڏسنديئي جهٽ هڻي نانگ کي ماري ٽڪر ٽڪر ڪري رت ۾ پريل وات سان ٻاهر نڪتو.

برهمڻ بہ اشنان ڪيو لوٽو هٿ ۾ ۽ انگوڇو ڪلهي تي رکيو اُن مهل موٽيو ٿي، ۽ ايندي سان نگاهہ نور تي پيس. هن جو وات جو رت ۾ ڀريل

ڏٺائين، تنهن تي شڪيو، ته منهنجي ٻار کي ماري، ان جو رت پيئي آيو آهي، ۽ اتي جو اتي جهلي ان کي ماري ڇڏيائين، ۽ گهر ۾ اچي وري ڇا ٿو ڏسي، ته ٻار صحيح سلامت آهي، پر هڪڙو نانگ ان جي اڳيان مئو ٽڪر ٽڪر ٿيو پيو آهي. تڏهن ڏاڍو ارمان ڪاڏائين، ۽ ايترو رنائين جو ، ڏندي رڏندي بيمار ٿي پيو.

"سو، اي بادشاهه بنان انديشي ڪم ڪرڻ مان آخر ڦل پشيماني آهي." ڪالڪٽي چيو، ته "اي وزيرا! ڀلا ڪنهن کي موڪل ته قازن سان سلوڪ ڪري اچي."

هن ورائي ڏني ته "منهنجي وچ ڏاران ڀُتيءَ ڪنهن سان به صلح نه ٿيندو."

ڪالڪٽي جواب ڏنو ته "ڀلا، جيئن چڱو لڳئي، تيئن ڪر."

تڏهن ڪرگس حڪم وٺي قاز وٽ آيو ۽ نهايت ادب سان سلام ڪري پيرن تي ڪري پيس. قاز کيس پيار سان ڇاتي سان لاتو ۽ گهڻو آدرڀاءُ ڪيو. جڏهن خوش ٿي ويٺا. تڏهن قاز ڪرگس کي چيو ته "اي ڪرگس! چڱو ٿيو، جو تون مون وٽ آئين، نه ته مهاٻل ڪلنگ جو لشڪر اوهان جي بادشاهه جو سمورو ملڪ اجاڙ ڪري ڇڏي ها، ۽ منهنجو ملڪ ۽ قلعو جو توهان جي هٿ ۾ آيو آهي، سو فقط هن ڪانءَ جي بي ايمانيءَ ڪان، نه ته ڪير منجهس دخل ڪري سگهي ها. آن فساديءَ جي مڪر ۽ فريب کان آءٌ ڏاڍو رنج آهيان."

ڪرگس عرض ڪيو تہ ”مون پنهنجي بادشاھ کي هرطرح هيٺ مٿي جون ڳالهيون ٻڌائي، صلح جي ڳالھ تي آندو آهي.“

تاڙ بادشاھ هن گفتگوءَ کان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ راضي ٿيو، ۽ چيائين تہ ”اي ڪرگس! خبر ڏي تہ ڪانڪڙي توکي صلح جي لاءِ ڪيئن موڪليو؟“ هو هيءَ ڳالھ ٻڌي ماٺ ۾ رهيو.

بادشاھ وري چيو تہ ”آءٌ ڄاڻان ٿو تہ تنهنجي بادشاھ مهاٻل ڪلنگ جي دهشت کان توکي صلح واسطي موڪليو آهي.“

ائين چئي ڪرگس کي انعام اڪرام ڏنائين، تنهن کان سواءِ ڪيترا آٿ جواهرن سان لڏيل، قسمين قسمين ڪپڙا ۽ تازي ترڪي گهوڙا ڪانڪڙي واسطي سوغات ڏئي هن کي موڪل ڏنائين. جڏهن هي سڀ مال متاع ڪرگس ڪٺي آڻي ڪانڪڙي جي اڳيان رکيو، تڏهن ڪانڪڙو اهو ڏسي نهايت خوش ٿيو.

ڪرگس عرض ڪيو تہ ”اي بادشاھ! آءٌ نہ وڃان ها تہ ڏاڍي جٺ ٿئي ها، ڇو جو مهاٻل ڪلنگ جو اٿاھ لشڪر او هان جو ملڪ ڦري چٽ ڪري ڇڏي ها، هاڻي شڪر ٿيو، جو صلح جو ڪم جلد پورو ٿيو، جيئن او هان وٽ فوج ۽ رسد گهٽ هئي، ۽ مهاٻل ڪلنگ جو لشڪر نهايت گهڻو هو. انهيءَ طرح سان هن ڏاهي وزيرن جي ڪوشش سان پنهي بادشاهن

۾ صلح ٿيو ۽ ٻئي وري پنهنجي پنهنجي ملڪ کي سنڀالڻ لڳا. ۽ پڻ اهو پڪو پرڻ ڪيائون ته اڳتي بگهه جهڙن ٻچاڙين جي بيوقوفيءَ ۾ اچي ناحق پاڙيسرين سان جنگ ڪانه ڪبي، ڇاڪاڻ ته جيڪي امن ۾ آهي، سو جنگ ۾ ڪونهي.

”هي داستان پورو ڪري وسو سرمان چوڻ لڳو ته ”راجڪمارؤ! اوهين اهي سڀ ڏاهپ جون ڳالهيون دل سان هنڊائيندؤ ۽ وري ياد ڪندا رهندؤ ته نهايت خوش رهندؤ ۽ اوهان جو اقبال ڏينهون ڏينهن وڌندو ويندو.“

ان ڪان پوءِ جڏهن راجا پنهنجي پٽن جو امتحان ورتو ۽ کين بار بار پرکيو، تڏهين سندن لڇڻن ۽ سمجهه ۾ تبديلي آيل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وشنو سرمان کي تمام گهڻو انعام اڪرام ڏيئي راضي ڪيائين.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کــو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيکڏهن کو بہ شخص اهــڙي دعويٰ ڪري ٿــو تــہ پَــکَ ڄاڻو تــہ اُهــو ڪُــوڙو آهي. نــہ ئي وري پَــنَ جي نالي کي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪــڏهن ڪــو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَکَ ڄاڻو تــہ اُهو بہِ ڪُــوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻــن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَــنَ بہ مختَلِف آهــن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿــي سگهن ٿا. بيــن لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نــہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَــنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيــن. اهــڙي حالت ۾ پَــنَ پاڻ هِڪَــبِئي جي مدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي -non commercial رهنــدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن کــي ڊِجيِٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪــو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَــن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۾ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٽوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)